ڇپائي پهريون ڇاپو | سال ١٩٦٥ع | تعداد: هڪ هزار
ٻيو ڇاپو | سال ١٩٨٣ع | تعداد: هڪ هزار





قيمت: پندرهن روپيا
[Price: Rs. 15.00]

ملڻ جو هنڌ

سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس ڄامشورو.
(پوسٽ باڪس نمبر 12، حيدرآباد سنڌ.)

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
۾ مئنيجر ميان الله بچايو يوسف زئي ڇپيو، ۽ مسٽر غلام رباني آگري،
سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

فهرست

”عشق اسان جو امام، دين ڪفر سان ڇاهي.“

---

””بيکس“ ظاهر بندا ٻٽيا، روح آکي مين رام.“

— بيکس

# پيش لفظ

سن ۱۹۵۳ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سهاري هيٺ، ”ديوان بيدل“ نهايت آب تاب سان شايع ٿيو. ”ڪلام بيڪس“، يعني انهيءَ سلسلي جي ٻي ڪڙي، ۽ ان جي پٺيان جلد ئي اچڻ کپندو هو. ازان سواءِ ”ديوان بيدل“ جا مقبوليت حاصل ڪئي، تنهنڪري ته هيڪاري ڪم تيزيءَ سان ٿيڻ کپندو هو. پر قدرت کي ڪجهه ٻيو منظور هو، جو ڪن مجبورين سبب، گهربل مجموعو پيش ٿي نه سگهيو، جنهن لاءِ ادب نواز حضرات مؤلف کي معذور سمجهندا. بهرحال، ’دير آيد درست آيد‘ جي مصداق، اهو هاڻي ادب جي قدردانن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو، جو اميد ته پسند پوندو.

”بيڪس“ جي ڪلام گڏ ڪرڻ جو طريقو به لڳ ڀڳ اهڙو ئي رهيو، جو هن کان اڳ ”ديوان بيدل“ جي پيري رهيو هو. تفاوت صرف هيءُ هو جو ’بيدل‘ جو سنڌي ڪلام ڇپيل بازار ۾ موجود هو، پر هن درويش جي ڪلام جو پتو ندارد. جيئن مالهي، ’گل‘ ڪٿان ۽ ’گل‘ ڪٿان ڪري، گلدستو تيار ڪندو آهي، تيئن ڪافي ڪٿان ۽ ڪافيون ڪٿان ڪري، مون هيءُ مجموعو تيار ڪيو آهي. انهيءَ ڪري صحيح اندازو نٿو لڳائي سگهجي ته ڪلام سڀ اچي ويو يا ڪجهه رهجي ويو، پر قياس ائين چوي ٿو ته ڪلام ايترو ئي هئڻ گهرجي.

ڪجهه وقت ٿيو ته درويش-صفت ۽ فقير-دوست، آرائين تعلقي سکر جي زميندار، ميان غلام سرور خان پٺاڻ کي تڪليف ڏنم ته گڏ ڪيل ڪلام نظر مان ڪڍي ۽ پنهنجو مفيد مشورو ڏئي، جو ته ڪيس هڏ سڏ چڱي آهي. هو صاحب تڪليف وٺي آيو، ۽ گفتگو جي دوران، کيسي مان ڪنهن ڇپيل ڪتاب جو هڪڙو ورق ڪڍيائين، جنهن ۾ ’بيڪس‘ جون ڇهه ڪافيون هيون، جي مون وٽ اڳ ئي موجود هيون. ورق ڪهڙي ڪتاب جو هو، سو هو صاحب پاڻ به نه ٻڌائي سگهيو. پر ائين سمجهجي ٿو ته يا ته ”ڪليات بيڪس“ اڳي ڇپيل آهي، جو هينئر عدم پيدا آهي، يا ته اهو ڪن شاعرن جي ڪلام جو مجموعو آهي، جنهن ۾ ’بيڪس‘ جون ڪافيون به آهن. بهر صورت، ”حال حاضر“ جي پرائي مقولي تي عمل ڪيو اٿم.

"ڪليات بيڪس" جي مرتب ڪرڻ کان پوءِ، غيبي امداد چئجي يا فقير صاحب جو تصرف، ٻه قلمي نسخا مليا، جن لاءِ چيو ٿو وڃي ته مڪمل آهن. پر انهن سان ڀيٽڻ کان پوءِ به، جيتوڻيڪ چئجي ٿو ته مون وٽ ڪجهه ڪافيون زياده هيون، پر تڏهن به، ٿي سگهي ٿو ته ڪجهه حصو زماني جي دستبرد جو نظر ٿيو هجي. ٻه سال ڪن ٿيندا ته خوش قسمتيءَ سان فقير 'بيدل' جو ديوان، فقير 'بيڪس' جي هٿ اکرين هٿ آيو، جنهن جو عڪس پڻ مناسب جاءِ تي ڏنو ويو آهي.

'بيڪس' فارسيءَ ۾ به طبع آزمائي ڪئي آهي، پر بلڪل ٿورو ڪلام اٿس. جيڪي ملي سگهيو آهي، سو پڻ هن گڏ عرض آهي.

روهڙيءَ جو شهر به، ٺٽي وانگر، علم ادب ۽ ولايت جو گهر رهيو آهي؛ تنهنڪري هر دور ۾ هن شهر ۾ درويش بزرگ، خدا رسيده، اديب ۽ شاعر رهيا آهن. جيڪڏهن خدا گهريو ته رفتي رفتي سڀني درويشن جو ڪلام پيش ڪيو ويندو.

جيئن "ديوان بيدل" جي تاليف وقت مُربي سيد عطا حسين شاهه صاحب موسوي، دامت برڪاته، جي هدايتن مشعل راهه جو ڪم ڏنو، تيئن هن ڀيري به سندن ساڳي ذره نوازي رهي.

مان انهن سڀني صاحبن جو شڪر گذار آهيان، جن مون کي پنهنجا قلمي نسخا يا بياضون مهرباني ڪري ڏنا آهن يا جن وٺي ڏيڻ ۽ ڪلام گڏ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي آهي. انهن مان ڪن جا نالا آخر ۾ ڏنل آهن، ۽ ڪن جا سندن خواهش ۽ اصرار تي ڇڏيا ويا آهن، جو اهي نام نمود جا قائل نه آهن.

مان پنهنجي پياري دوست، مسٽر علي محمد مهر شڪارپوريءَ جي شڪريي ادا ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان، جنهن صاحب پنهنجو قيمتي وقت بچائي، مون کي ڪلام پڙهائڻ ۽ لکڻ ۾ مدد ڪئي آهي. خداوند تبارڪ و تعاليٰ شال سڀني مذڪور صاحبن کي ماجور فرمائي، آمين!

روهڙي،
٣ آگسٽ، ١٩٥٨ع

— مؤلف

# تعارف

## ”بيڪس“ جي زندگي

خليفي محمد محسن جي گهر ۾، سالن ڪان پوءِ، درويشن ۽ ولين جي دعا سان وسنئون ٿئي ۽ پٽ ڄائو، جو قادربخش ’بيدل‘ جي نالي سان مشهور ٿيو. اهڙيءَ طرح، ’بيدل‘ جي گهر ۾ به مدت مديد کان پوءِ مبارڪ-مبارڪ جو آواز آيو. پٽ ڄمڻ تي هر گهر ۾ حيثيت آهر شادمانا ٿيندا آهن، پر هيءَ ٻَڇڙو، حسين مهہ جبين ۽ سٺي طرحين سهڻو هو ۽ ازان سواءِ گهڻي عرصي کان پوءِ پيدا ٿيو هو، سوئي وري هڪ حسن پرست جي گهر ۾، تنهن فقير صاحب جي خوشيءَ ۾ ايڏو اضافو ڪيو، جنهن جو اندازو ڪرڻ امڪان کان ٻاهر آهي. فقير صاحب مٿس پنهنجي والد بزرگوار جو نالو، محمد محسن، رکيو. سندس تاريخ ولادت هيٺينءَ ريت لکي اٿس:

> بيست و ششم جمادثاني زاد، محسن و مولدش مبارڪ باد،
>
> پنج و هفتاد يڪ هزار و دو صد، بعد هجري رسول شاهہ رشاد،
>
> حق تعاليٰ بحق حسنينش، از حوادث زمان مصون داراد.

—يعني فقير محمد محسن تاريخ ٢٦- جمادالثاني، سن ١٢٧٥ هجريءَ ۾ متولد ٿيو. سندس پير سڀوڙو ٿيو، ۽ ٻن سالن کان پوءِ فقير صاحب جي گهر ۾ ٻيو پٽ به پيدا ٿيو، جنهن جو نالو محمد فريد رکيو ويو. چون ٿا تہ محمد فريد ڄمندي ڄام هو، ۽ ننڍي هوندي ئي اهڙيون ڳالهيون ڏيکارڻ ۽ ڪارناما ڪرڻ لڳو، جو سمجهجي پيو تہ ’اناالحق‘ جي نعري هڻڻ ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ڪندو. قضا الاهي، آهو ننڍي ئي هوندي رباني راهہ ڏانهن راهي ٿيو.

محمد محسن کي آخوند عبدالله وٽ پڙهڻ ويهاريو ويو، جنهن کيس زماني جي دستور موجب، فارسيءَ جي تعليم ڏني ۽ ”سڪندرنامو“ ختم ڪرايو. آخوند صاحب سندس ذهن ۽ ذڪاءُ ڏسي، خيال ڪيو تہ کيس اسڪول ۾ تعليم ڏياري، ڪو سرٽيفڪيٽ وٺي، نوڪري ڪرائجي. پر اڳين زماني جا ماستر ٻارن کي پڙهائڻ ۾ ماهر هئا، تن ٽيڪر ڏانهن غور سان نهاري چيو تہ ’آخوند صاحب، هن لاءِ اهوئي بس آهي!‘

سڪنهن ٻار تي گهر، سنگت ۽ اسڪول جو اثر پوي ٿو. فقير صاحب وڏي وٽ هروقت صوفين ۽ مريدن جي آمد هئي. سندس ڪچهريءَ ۾ حق ۽ حسن جي تذڪري کان سواءِ ٻيو ڪجھ ٻڌڻ ۾ نہ ايندو هو، البت راڳ گهڻو هوندو هو. انهيءَ ماحول ۾ فقير محمدمحسن پنهنجي زندگيءَ جا ٻهريان چوڏهن سال گذاريا، جنهن کان پوءِ سندس والد بزرگوار جو سايو سندس سِر تان لٿو. سال کن کان پوءِ هو سيوهڻ شريف، قلندرشهباز جي درگاهہ تي ويو. ممڪن آهي تہ انهيءَ باري ۾ پنهنجي والد بزرگوار کان کيس ڪو اشارو مليو هجي. بهرصورت، پنهنجي والد ماجد وانگر، شعر چوڻ آتانهون شروع ڪيائين. چون ٿا تہ اتي کيس چار درويش مليا، جن بابت فرمايو اٿس:

ڏٺا منجھ بازار، لاهوتي سون لڪيا.

پيرين پراڻا ڪرڪشا، زرد سندن رخسار،
ڪنهن نہ انهان ڪون لکيا، ساري منجھ سنسار...

بيٺا ها بازار ۾، درسن ڪن ديدار،
سامين ڪي سهيون ڪري، طالب ڪو تڪرار...

ڏسي هن نذر ڪي، ڪيائون تند تنوار،
جمي شال چاهہ سان، پرين جي پزار...

بخشيائون "بيڪس" کي، عشق وارو آزار،
سنياسين سدا رهين، ڪريان شڪر هزار...

"بيڪس" تي ڪنهن جو اثر پيو جو سندس قلب کُليو ۽ شعر چوڻ لڳو، سو چڱيءَ طرح معلوم تي نہ سگهيو آهي، پر سندس مناجاتن ۽ مدحيہ ڪافين مان، جن ۾ قلندرشهباز جي تعريف ۽ توصيف ڪئي اٿس ۽ کيس حمايت ڪرڻ ۽ سائي ٿيڻ لاءِ سڏيو اٿس، سمجهجي ٿو تہ جيئن "بيدل" کيس روحاني رهبر ڪري ورتو، تيئن هن بہ سندس نقش قدم تي هلي، ان جي اقتدا ڪئي.

سيوهڻ کان موٽڻ کان پوءِ، ڪجھ وقت آخوند عبدالله جي مڪتب ۾ ويهندو هو — گويا اجا ڪجھ ڪمي رهيل هئي، جنهن جي پورائيءَ جي انتظار ۾ هو. ڪجھ وقت کان پوءِ ميرانپور (جهوڪ) شريف جي درگاهہ ڏانهن روانو ٿيو. چون ٿا تہ هن سفر ۾ ڀائي ڪشنومل ۽ سيد رسول بخش شاهہ ترڙيءَ وارو بہ سالس شريڪ هئا. درگاهہ تي پهچڻ کان پوءِ هيٺيون فارسي غزل چيائين:

مَن نعرهٔ اناالحق دم دم زنم بسوزي،
من ڪُوس ذات مطلق، دم دم زنم بسوزي.
سلطانِ ملڪِ اعلي، بيرنگ بي نشانم،
طبلِ خداى اعظم دم دم زنم بسوزي.
شهباز آشيانم، لاهوت لامڪانم،
آوازِ "من خدايم" دم دم زنم بسوزي.
من تحت و فوق هستم، موجود زير وبالا،
طنبورِ عشق عالم دم دم زنم بسوزي.
اندر جهان بيشڪ ڪردم بهار "بيدل"،
"بيڪس" نقاره وحدت دم دم زنم بسوزي.

پاڻ ڊاڍو سهڻو هو. سندس سوڪري، ڪڻڪ رنگي ۽ زياده اجاڻ ڏانهن مائل منهن تي چاڻين سونهاري هوندي هئي. سندس رخ تي آئلڪا مائي جا داڻا، پکهر اچڻ تي موتين وانگر پيا جرڪندا هئا. قد جو پورو بني ٺت ۾ پريل ۽ ناهوڪو جوان هو. ساڄي ٻر جي ٻاچ ۱۳ هيس. لٽي ڪپڙي جو شوقين هو. ڏينهن ۾ ٻه-ٽي دفعا تيل ڦليل سان وهنجندو هو، ۽ پيري پيري سان پوشاڪ مٽائيندو هو. پٽڪي جو پير اڳڙو رکندو هو، جهڙو ڏاڙهونءَ جو ٽوڙيل گل. اهو بعضي اڇو، بعضي گلابي ته بعضي وري ست رنگو به هوندو هو. پيرن ۾ سدائين ملتاني کهيڙلو پائيندو هو. اباڻي گهر ۾ رهندو هو. وڏي فقير صاحب واريءَ کٽ تي پٿراڻيءَ جي مٿان اڇي چادر وڇائي، وهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ويهندو هو. گهٽ ڳالهائيندو هو. جيتوڻيڪ راڳ سندس روح جي راحت ۽ جيءَ جو جياپو هو، تڏهن به ڏينهن جو نه ڳائيندو هو، البت رات جو اڪيلائيءَ ۾ پاڻ وجي آلاپيندو هو. جيڪو وقت ويٺو هوندو هو، وقت جهون راڳڻيون پيون ڳائبيون هيون. اگرچ حسن جي پنيان حيران ۽ پريشان هو، ۽ سندس شعر مان به اهين ٿي پيو نظر اچي- مثلاً:

صورت سادا سپ پلايا، عشق دے ڪيتے فرش تے آيا،
"بيڪس" سوز و گداز، دل دا جاما ڏويا-

پر هوس کي اهڙو ساري سات ڪيو هئائين ۽ نفس تي ايتريقدر قادر ۽ قابض هو، جو هڪ لڳا ڪنهن ڪيريءَ گستاخي ڪئي ته هڪدم جذبيءَ اتل زوال، جو هروقت سندس هٿ ۾ هوندو هو، وهائي ڪڍائينس:

"جي چورين ڏنا چال، ته به لاهوتي لنگهي ويا." (شاهه)

فقير صاحب کي وڏي نندي جي ڏاڏي شناس هوندي هئي. پنهنجي والد وانگر، سيدن جي ڏاڏي عزت ڪندو هو. چون ٿا تہ هڪ دفعي شهر جا چڱا مڙس، ڪجهہ سادات ساڻ ڪري، وٽس ويا ۽ ڪيس شادي ڪرڻ لاءِ گذارش ڪيائون، تہ مَن پُٽ پيدا ٿئي، پيڙهي قائم ٿئي. فقير صاحب ڪين مهت ڏنو ۽ شادي ڪيائين. محترم مولوي محمد صادق صاحب رانيپوري، شاديءَ جي سلسلي ۾ مرحوم قاضي جان محمد ولد قاضي عبدالرؤف صاحب روهڙيءَ واري کان راوي آهي تہ فقير صاحب فرمايو تہ "اسان جي رڳ رڳ الاهي عشق جي آڙاهہ ۾ سڙي وئي آهي ۽ ڪجهہ نہ رهيو آهي."

فقير صاحب ظاهري طرح مجاز ڏانهن مائل نظر ايندو هو، پر در حقيقت هو حقيقت ڏانهن راغب هو. ڏسڻ ۾ حسن لاءِ بيحال، پر سچ پچ باحال. ٻاهران ديوانو، اندر ۾ فرزانو، وٽس ڏينهن جو سهڻن جو ذڪر، رات جو سونهن جي سرسائي جو فڪر هوندو هو، ڏينهن جو ڏاڏي ٺٽ ساڻ هلندو هو، تہ رات جو لانگوٽ پڌي، رلهي ڪلهي تي رکي، پيو درويشن ۽ ولين جون درگاهون گهمندو هو. اهڙي ماڻهوءَ کي شاديءَ سان ڪهڙي شادماني؟ واسطو وَجهہ تہ نہ هو، پر خيال بہ ڪونہ رهيس. خليفو سبحان بخش، موجوده سجاده نشين، راوي آهي تہ آخوند عبدالله، فقير صاحب کي وقت بوقت پيو چوندو هو تہ شاديءَ جو مقصد آهي اولاد، پر اوهين انهيءَ طرف توجهہ ئي ڪانہ ٿا ڪريو. تنهن تي فقير صاحب هڪ دفعي مشڪي فرمايو تہ "اسان کي اولاد آهي." وڌيڪ پڇا تي پاڻ واضح ڪيائين تہ غلام لطيف، يعني موجوده خليفي صاحب جو والد ماجد، اسان جو نينگر آهي(١). چون ٿا تہ فقير صاحب جي وصال کان پوءِ غلام لطيف کي پڳ، پڌائي وئي، جنهن جي ان وقت عمر نهايت ٽي سال هئي.

افسوس جو سندس زندگيءَ وفا نہ ڪئي، پر انهيءَ ٿوري عرصي ۾ ڪافين ۽ ڏوهيڙن جو چڱو ذخيرو ڇڏيو اٿس. نثر ۾ ڪو ڪتاب ڪونہ لکيو اٿس، ۽ نہ وري فارسيءَ ۾ پنهنجي پيءُ وانگر صاحب ديوان ٿي سگهيو.

مسٽر تلوڪچند، رٽائرڊ اڪائونٽنٽ پي. ڊبليو. ڊي، ساڪن روهڙي، فقير صاحب جي وفات بابت هيٺيون واقعو بيان ڪري ٿو:

پراڻي مختيارڪاري، جا هاڻوڪيءَ ميونسپل آفيس جي پرسان هئي، تنهن جي اوله ۾، ان سان لڳ مسٽر مولراج بئريسٽر خيرپوريءَ جي جاءِ هئي ۽ اڃا بہ آهي، جنهن ۾ هر ڪو نئون مختيارڪار اچي رهندو هو. فقير صاحب، جو هميشہ اڇا آجرا ڪرڙا پائي، جنديءَ لال رول هٿ ۾ ڪٽي پيو هلندو هو ۽ جنهن سان گهڻو ڪري

(١) بقول ساڌو واسواڻي، اهو سنڌ ۾ صحيح معنيٰ ۾ اولاد آهي: "Desert voiccs" p, 57

ٻ-چار ماڻهو هوندا ئي هوندا هئا، سو اچي ان جاءِ جي پرسان، تڙ تي ويهندو هو. هڪڙو حسن، ٻي جواني، ٽين شوقينن واري پوشاڪ، سو هر ڪو ظاهر بين آدمي پلجي سگهيو ٿي. تن ڏينهن روهڙيءَ جو مختيارڪار مسٽر مولسنگهه هو، تنهن هڪڙي ڏينهن پنهنجي عهدي ۽ عملداريءَ جي انڌ ۾ ان الله واري ڪسي، جو هر وقت پنهنجي اصليت ظاهري لباس ۾ لڪائيندو وتندو هو، نه سڃاتو، ۽ غصي ۾ اچي ويو. قصو شايد ائين ڪجهه اڳتي هلي ها، پر فقير صاحب سان، جو هر وقت هندو ۽ برهمڻ چڱي انداز ۾ هوندا هئا، تن منٿ ميڙ ڪري ٽاري ڇڏيو. فقير صاحب انَ ڳالهين ڪو توجهه ڪونه ڪيو، ۽ پنهنجي معمول مطابق چار چشميءَ لاءِ پنهنجي طرف هليو ويو.

قدرت خدا جي اهڙي ٿي، جو ساڳئي ڏينهن انهيءَ مختيارڪار صاحب جي پُٽ، انهيءَ ساڳئي تڙ تي تڙ ڪندي، جان ڏني هئي ته ڪَرا! ڪوهن جا وات بند ٿيا آهن، پر ماڻهن جا نه. ڪنهن ڪيئن چيو، ڪنهن ڪيئن. هر ڪنهن پنهنجي نموني خيال ظاهر ڪيو ۽ قياس آرائي ڪئي، پر ماڻهن جو يقين ٿيو ته مختيارڪار صاحب هڪ درويش جي دل ناحق ڏکوئي آهي، سو جيسين درويش دعا نه ڪندو، تيسين چوڪر نه ايندو.

ٻيءَ-ماءُ جي دل، پنهنجي اولاد لاءِ سڀڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار، سو اچي فقير جي پيرن تي ڪِري پيا. پر فقير منهن ئي نه ڏنو! آخر، ماڻهن جي صلاح سان، "ڪنهيءَ" جي ماڻٽن کي ۽ خود ڪنهيءَ کي وچ ۾ ستايائون. ڪنهيءَ سان فقير صاحب جي دلبستگي هئي، ۽ هو سنڌي شاعريءَ جو "محبوب" هو. (ڪنهيءَ جو احوال اڳتي ايندو.) ٻن ڏينهن جي منٿ ميڙ ڪان پوءِ، ٽئين ڏينهن ڪنهيءَ کي ڪٺل پئي، سو اچي فقير صاحب کي عرض ڪيائين. فقير صاحب دعا ڪئي، ۽ چوڪر لڌو. پر ڪنهن کي خبر ته ڇا مان ڇا ٿي سگهي ٿو! فقير صاحب ڪنهيءَ کي چيو ته "تو اسان مان ڪجهه نه پرايو، پر اسين تو مان سڀڪجهه حاصل ڪري وڃون ٿا." رات جو سمهڻ وقت وصيت ڪيائين ته "اسان جي هينئر موڪلائي آهي: اسان جو جنازو محبوب جي دروازي تي هلي لاهجو ۽ ڪيس چڱيءَ طرح منهن ڏيکارجو، ۽ جيسين اجازت نه ڏئي، تيسين نه کڻجو." فقير صاحب هڪ ڪافي انهيءَ مضمون جي چئي آهي، جنهن ۾ ڪالڏين کي "سڄڻ جي ڪوچي ۾" جنازي کڻي وڃڻ جو تاڪيد ڪيل آهي. فرمائي ٿو:

جنازا لے چلو، يارو، سجن کے کوچے ۾ ميرا،
جيندے مرندے گلي اس ۾، ميرا هے رين دن ڦيرا.

ٻس، فقير صاحب جيئن سُتو، تيئن سُتو رهيو. سندس جنازي سان هندو توڙي مسلمان تمام گهڻي انداز ۾ هئا. وصيت مطابق، سندس جنازو، ٽڪر تي، ڪنهن جي گهر وٽ لاٿو ويو. ڪنهن جا مائٽ صراف هئا ۽ پئسي وارا ماڻهو هئا، تن هڪڙو قيمتي ڪپڙو اچي جنازي مٿان وڌو. هن واقعي ڪان پوءِ ڪنهيو روئندو رهيو.

فقير صاحب کي سندس والد جي پير ۾ جاءِ ڏنائون، جنهن جو پاڻ هميشه عاشق ۽ مريد هو ۽ سندس تعريف ۾ ڪئين ڪافيون چيون اٿس. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

منهنجا پير مرشد شهنشاهه 'بيدل'، مون "بيڪس" پيوس پرتو ٿي بلڪل:

عمر پاڄهون تنهنجي سون گوندر گذاري.

سندس وفات جي تاريخ آهي:

آن يارِ نوجوان که خوش بود صحبتش،

رفت از جهان بماند ازو داغِ حسرتش،

سال رحيل آن ز خود جست، گفت آن:

با وصف پاک محمد محسن شهيد شوقش.

١٢٩٨ھ

# نيڻهن جو نظارو

"دولت جلوهٔ جانانہ مبارک باشد."

—

"آها 'بيکس' هويا بلبل، ويکو گلشن حسن سارا."

جيئن بلبل ۽ پروانا گلن جي واس وٺڻ ۽ انهن جي تعريف لاءِ خلقيا ويا آهن، تيئن ڪي انسان به آهن، جن جي تخليق جو اصل باعث ته خدا ڄاڻي ڪهڙو هو، پر ظاهري طرح ائين پيو ڀانئجي ته اهي حسن جي تعريف ۽ توصيف لاءِ پيدا ٿيا آهن: "بيکس" به انهن مان هو. پر جن حالتن هيٺ "بيکس" جنم ورتو ۽ جنهن ماحول ۾ هن پرورش پاتي، تنهن سندس انهيءَ خداداد لياقت کي اجاريو ۽ نکاريو. سرمو ته هرڪا پائي، پر اک اک جو فير. حسن ته هرڪنهن کي وڻي ٿو. پر ان جي حقيقت جاچڻ ۽ صانع جي صنعت جي ساراهه دلڪش پيرايي ۾ پيش ڪرڻ اگرچ "بيکس" کي ميراث ۾ مليو، پر هن انهيءَ جو صحيح استعمال پڻ ڪيو. چون ٿا ته سهڻن لاءِ اپتري سڪ ۽ پياس هوندي هيس، جو سندن ديداربازيءَ مان ڍاپندو ئي ڪونه هو. ڪيترن حسينن سان نيڻهن جو ناتو ڳنڍيائين. روايت ٿا ڪن ته پهريائين پهريائين هڪڙي ڪرياڙام نالي نينگر تي نظارو پچايائين. پر ان جي ڪنهن به شعر ۾ تعريف ڪانه ڪئي اٿس. سگهي ٿو ته اهڙا ٻيا به هجن، جن جو ذڪر نه ڪيو هجيس، پر ڪن جا نالا پنهنجي شعر ۾ آندا اٿس. مثلاً:

(۱) "هيرا"! سدا تون هوندين، جيءَ جا جيارا جاني،
هڪ در نه ڊار تي تون، اي ماهه بدر ثاني.

—

(۲) ڊيرے ڊيرے چل، زرے "ديا"!

—

(۳) "موهن" ماهي تون هين مٺڙا، تو جيها مون ڪوئي نهين ڏٺڙا،
ڪيهي گناهون تون مين ڪنون رٺڙا، ڪيهي سبب چيت چاوين چاوين.

—

(۴) "بيکس" ملايم پيار سان، "هوندي" مٺي منٺار سان،
دلبر پنهنجي دلدار سان، جنهن لئہ تيس مشهور ٿي.

پر سندس ساھ جو سھارو ساڄن ۽ جيءَ جو جيارو جاني ”ڪنهوَ“ هو، جنهن سان ايتريقدر محبت هوندي هيس جو ان کان هڪ پل به جدا رهي نه سگهندو هو. فرمائي ٿو:

حالَ واقف يارَ همدم، هيچ هميشه همقدم، دم نه هڪڙو ٿيءُ تون ڌار،
آءُ تہ ٻرچون ٻانهن ٻر.

صبح کان شام تائين، ٻره ۾ ٻيراڳي، گهٽيءَ گهٽيءَ ۽ بازار ۾ مست ۽ ديوانو ٿيو هلندو هو. فرمائي ٿو:

ڪاڻ ڪنهيءَ وچ بازار، ”ڀيڪس“ ويکو ٻردا يار.

بعضي، ناز ڪري، کيس حڪم ڪندو هو تہ ’اڄ شام جو ٻيٽ تي اچي-ذڪر ڪيڏنداسون‘، تہ فقير صاحب انتظار ۾ مقرر وقت تي اچي ويٺو هوندو هو. مطلب تہ اسين ايوين ڪرون، جيوين رمز رهين.“

ڪنهيءَ تي ايتريقدر اڪين چڪن هو جو سندس نالي جي اکرن سان توشيح لکي اٿس:

(ڪافي روپ بروو)

وه وه يار ديان ٻيريان ڇڪن، قال گيا ٿيا حال.

(ڪ)- ڪانهڪ ٻيلي، ويلي ڪويلي، مينهان چرينداشاه سويلي،
ويک جوگي دا جمال.

(ن)- نور نيارا ظاهر ذاتي، سير ڪرے وچ شهر صفاتي،
عجب اوهيندي چال.

(ي)- ياد هميشه سانون سانول، ٻاجهون سهٹے دے جيون جنجل،
سڪندے ٿيا ٿم سال.

(ه)- هير ويچاري ڪامل هوئي، وچ فراقين سائل هوئي،
درس دا ڪريندے سوال.

(ل)- لاابالي ويک سجڻ دي، جند جان سڏي ترقندي،
جلوه جمال جلال.

(ع)- عين بيرنگي رنگ ۾ آيا، تخت هزارا جهنگ مين آيا،
خوب سڄڻ دا خيال.

(ل)- ”ليس في الدارين الا هو“، ”ٻيڪس“ بلبل گل دي گهن ٻو،
ٻيو عشق دا ڪيف ڪلال.

وٽي سندس فراق ۾ دل جي اجهل درد ۽ سوز مان چوي ٿو:
”ڪنهي ڪون ڪوئي سمجهاوے، ميري اس شام دل لٹي“

وري پڻ هتڙ چوي ٿو:

"ڪنيا ڪول آ ميرے، اتنا مان ڪيا ڪرنا."

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ ڏينهن "بيڪس" کي ڪنهن رستي تي چيو ته اوهين هت ترسو ته مان جهٽ ٿو اچان. محبوب جو چوڻ، سو ئي معشوقانه انداز ۾، وري فقير صاحب جهڙي پاڪباز ماڻهوءَ کي، سو ويچارو اسر ۽ انتظار ۾ بيٺو رهيو. ڪنهن نه اچڻو هو، نه آيو، پر انهيءَ دل جي صدق ۽ صفائيءَ سان ترسڻ ۽ انتظار ڪرڻ ڪري، "بيڪس"، دنيوي دلبر وڃائي، حقيقي محبوب لڌو:

پنهنجي والد وانگر، جن جو به اهو ئي اصول هو ته

ٻوڙي حقيقي لاشڪ هويا، "بيڪس" پره بازاري.

تنهنڪري "بيڪس" به، پنهنجي پيءُ جي تلقين موجب، مجازي موهه کي ماري، حقيقت سان هڪ ٿيو.

اهو واقعو، پنهنجي پنهنجي پيرايي ۾، محترم ساڌو واسوانيءَ 'The Vision of a Village Singer & Desert Voices' ۾، ۽ محترم گرديال مَلڪ 'Divine Dwellers in the Desert' ۾ آندو آهي. محترم گرديال صاحب انهيءَ سان گڏ هيئن به لکيو آهي ته انهيءَ واقعي کان پوءِ فقير صاحب رات جو ڏيئو پاري ويهندو هو. ماڻهو سندس انهيءَ غير معمولي عمل تي عجب کائڻ لڳا. پڇا تي هڪ دفعي چوڻ لڳو ته "پاڻ اچڻ جو وعدو ڪيو اٿس، سو بتي رکيو انهيءَ ڪري پاريان ٿو ته متان اوندهه ۾ اچي ۽ مان ڪيس ڏسي نه سگهان!"

سرڳواسي ڀڳت دوارڪاداس پاڻيا، جنهن فقير "بيدل" ۽ فقير "بيڪس" جون ڪچهريون ڏٺيون، سائن صحبت ڪئي ۽ منجهانئن فيض پرايو، تنهن هڪ دفعي ڳالهه ڪئي ته "فقير ننڍو (بيڪس) اچي منهنجي هٽ تي ويهندو هو. هڪ پاڻيو، لعل چند نالي، اتي پاڻي پرائي رکندو هو، جو پاڻين ۽ ويشنوئن لاءِ مخصوص هوندو هو. مون کي فقير صاحب گهڻي عرصي کان چوندو ايندو هو ته 'سمجهائينس'. مان عرض ڪندو هوس ته 'قبلا، ڪنهن کي سمجهايان؟' پاڻ جواب ۾ چوندو هو ته 'نالو ڪنهن چڱو نه آهي، تون ڳولا ڪري پاڻ سمجهه.' ڏينهن گذرندا رهيا. فقير صاحب به دل ۾ سڪ ۽ سوز سانڍيندو رهيو. هڪڙي ڏينهن ڪنٽينو، جنهن جو ٺهري کان" سندس ڪنڪ ۾ لڳل هو ۽ جنهن جي جهوريءَ ۾ پيو جهيڄندو ۽ جهرندو هو، سو پاڻي پيئڻ آيو. جيئن ئي ڪٽوڙي ڪيائين، ته آن جون ڦيگون، اتفاق الاهي، وڃي فقير صاحب جي پيرن تي پيون. فقير صاحب ان کي نيڪ فال سمجهي، مشڪندو، آئي هليو ويو. مون سمجهيو ته اهو ئي ڪاربهر آهي، جنهن جن

جوان ڪي ڪنکيو آهي، سو سندس جاءِ تي ويس. عرض ڪيم تہ ’قبلا، اهو ماڻهو مون لڌو آهي!‘ چيائين تہ ’ڪير؟‘ مون عرض ڪيو، ’ڪنيڻو‘. چيائين تہ ’هاڻو، ڀر ايندو؟‘ مون عرض ڪيو، ’قبلا، وس تہ وڏا ڪندس.‘ آخر ڇوڪر سان مليس. ساڻس اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪيم. هڪ ٻہ ڏينهن ساندهہ ملڻ ڪان پوءِ، فقير صاحب جي ڳالهہ ڇوريم تہ ’هوڙي چڱي ماڻهوءَ سان ڀلا ڇو نٿو ڳالهائين؟‘ ڀر هو تہ ويٺو هو نڪ تائين ڀريو، سو اچي ڪاوڙ ۾ ڇنڪيو. چئي، ’جتي تو وڃان، اتي ٻاهي وانگر پونتان لڳو ٿو وتي! سنجها جو اکو ٻاڻ ٿو وڃان تہ حاضر ناظر آهي؛ جي رات جو ڪنهن کي روٽي ڏيڻ لاءِ گهر کان ٻاهر ٿو نڪران، تہ ٻہ هٿ ڀڙيو بيٺو آهي؛ وري ڏسو تہ اسان جي گهر جي ڀر واريءَ مسجد ۾ ويٺو آهي! مان تہ اچي ڦاٿو آهيان، هر وقت پيو ستائي ۽ سائين-سائين ڪري!‘ تنهن تي مون کيس سمجهايو، ۽ آخرڪار هڪ رات جو انجام ڀڏي، کيس پاڻ سان وٺي آيس. فقير صاحب هونئن رات جو ڏيئو ڪونہ ٻاريندو هو، ان رات ڏيئو ٻاري رکيائين. جڏهن اتي وياسون، تڏهن آدرڀاءُ ڪرڻ لاءِ پاڻ کٽ تي اٿي بيٺو، ۽ ساڳي ئي کٽ تي ويهڻ لاءِ آڇ ڪيائين، ڀر ڪنيڻو سوڙي تي ويهي رهيو. فقير صاحب خير عافيت پڇڻ کان پوءِ گستاخيءَ لاءِ معافي ورتي. ٿوريءَ دير کان پوءِ ڪنيڻو اٿيو، ۽ فقير صاحب کيس در تائين اماڻڻ آيو. مولوي ’جامي‘ فرمائي ٿو:

”نہ تنها عشق از ديدار خيزد، بسا کين دولت از گفتار خيزد“

پوءِ تہ جيئن جيئن سندن ملاقات ٿيندي رهي، تيئن تيئن محبت وڌندي رهي. هڪ دفعي، ڏياريءَ جي موقعي تي، ڪنيڻو مون سان گڏجي فقير صاحب ڏانهن مٺائي کڻي هليو. فقير صاحب ٻنهيءَ جي پيار جي مٺائي ڪنهن کي ٻہ ڪانہ ڏني! چي، ’هيءَ خاص مٺائي آهي، ۽ اوهان لاءِ نہ آهي.‘ ڀر درحقيقت فقير صاحب ظاهر ۾ باهمہ هو، ۽ باطن ۾ بيهمہ. باهران محبت ۾ بلڪل بيحال، ڀر اندر ۾ باحال ٿيندو رهيو. ’بيدل‘ جي عملي هدايت موجب: ’بيدل ڪئي تلقين اهائي، ٻيکس کي بعد مجاز.‘ کيس ڪنهن نہ ڪنهن نموني انهيءَ منزل تان مٿي چڙهڻو هو. اتفاق ٻہ اهڙو اچي ٿيو جو هڪ شخص، جنهن کي عام طرح خيرو ڪاٺو ڪري سڏيندا هئا، تنهن ڪنيڻي جي ٻوڇڻ کي چيڪ ڏني. ڇوڪر کي اها ڳالهہ ناگوار لڳي، ۽ منهن ۾ سنوڻ ٻائي ’چڙ چڙ‘ چيائين، ڀر فقير صاحب ڏسي ورتو، تنهن غيرت وچان هيٺيون بيت چيو:

ت- تيڏي اسانڏي هٿ بس هوئي، اِهين بس وچون ڪوئي رس نهين،
انگ ازل وچ جو لکيا آها، سا ڪنهن دے ميٽڻ دي مس نهين،
سالگ تساڏے دي تانگ اتان، اُتان ڪوئي جس نهين،
جے تون سؤ واري سونا ٿيوين، تہ ساڳائي آهو ”ٻيکس“ نهين.

ڪن صاحبن جو چوڻ آهي ته فقير صاحب ڪنهن جي سڪ ۾ حيران پريشان پيو ڦرندو هو، ۽ جيڏانهن ويندو هو، تيڏانهن سندس پٺيان پيو هلندو هو. صبح جو جڏهن هو اسڪول ويندو هو ته سندس پٺيان ويندو هو، ۽ وري اسڪول مان نڪرڻ مهل اڳيءَ ۾ دڳ جهليو بيٺو هوندو هو.

يار من در مڪتب و من بر سر ره منتظر،
منتظر بودم ڪه يارم باڪتاب آيد برون. (جامي)

پر ڪنهن، ڪجهه شرم ڪان ۽ ڪجهه خلق جي خواريءَ ڪان، ڳالهائڻ ته بجاءِ خود، پر ڏانهس نهاريندو به ڪونه هو. اتفاق سان ڪنهن بيمار ٿي پيو. طبيبن ۽ حڪيمن جو علاج ڪارگر نه ٿيو. سڪين ڪنهن فرق نه آندو. مايوسيءَ منهن ڪڍيو. دوا جي بجاءِ دعا جي درڪار ٿي. اهڙن وقتن تي درويشن ۽ فقيرن جي ياد ايندي آهي. فقير صاحب جي روزمره جي اڄ وڃ ڪري ڪافي شهرت ڏني هئي. سو، سندس والدين چيو ته فقير صاحب کي وٺي اچو ته ڪري دعا ڪري، متان سندس پٽ سندو رو ٿئي! آخر فقير صاحب کي منٿ ڪري وٺي آيا، ۽ خوش قسمتيءَ سان ٿورن جي طبيعت رو بصحت ٿيڻ لڳي. مائٽن کي هيئنر هن جي درويشيءَ ۾ ڪامل يقين ٿيو، جنهنڪري پٽ کي تاڪيد ڪيائون ته روزاني فقير صاحب ڏي ويندو ڪر. فقير صاحب سندس ٿي محبت ۾ جامو متاثر رهيو.“ — والله اعلم بالصواب.

## محبوب جو تصور

احسن الخالقين جي هر مخلوق ۾ ڪا نه ڪا خوبي آهي، جنهنڪري چالن وٽ ان جو قدر ٿئي ٿو. گل ۽ بلبل، چنڊ ۽ چڪور، شمع ۽ پرواني جا پراڻا قصا آهن. پر حجر هجي يا شجر، چرند هجي يا پرند، گل هجي يا ٿل، حيوان هجي يا انسان، مطلب ته هر ڪنهن ۾ اهڙو جوهر آهي، جو قدردانن وٽ پاس پوي ٿو.

سرّ حب ازلي در همه اشيا ساريست،
ورنه برگل نزدي بلبلِ بيدل فرياد.

اڳرچ ظاهري طور تي هر ڪنهن جي خوبي الڳ ۽ هر ڪنهن جي رونق علحدي، پر معرفت جي اک سان ڏسبو ته اصليت هڪ ئي آهي:

برگِ درختانِ سبز، در نظرِ هوشيار،
هر ورقي دفتريست معرفتِ ڪردگار.

فقير محمد محسن به ظاهري نماءَ ۾ حقيقي حسن جو ڳولائو رهيو. ننڍي هوندي کان کيس حسن جي حب ۽ ان جي تلاش جي تعليم مليل هئي، جنهن کي عملي جامو

پنهنجي والد بزرگوار جي جامي مسائڻ کان پوءِ پهرايائين. جيئن اڳي ڏيکاريو ويو آهي، هو گهڻن محبوبن جو پياسي رهيو. پر سندس آخرين محبوب ڪنيالعل هو.

ڪنيالعل روهڙيءَ جو رهاڪو، پاليو، سوني پاڙي جو هو. سندس وڏا پاتيا-پنچائت جا مُکي هئا. ڏڪ بازار ۾ صرافڪو دڪان هون. پاڻ بدن جو پورو پنو، قد پنج فوٽ ٻه انچ، رنگ جو پورو، لالاڻ تي مائل هو. اکين ۾ مقناطيسي ڪشش هيس، بقول "بيڪس"، "جهاتي لڳيون، تاتي ٽڪيون." سندس هلڻي چلڻي مان خانداني لياقت ۽ شرافت پئي ٽپڪندي هئي. پوشاڪ بلڪل سادي، انهن ڏينهن جي رواج مطابق، ڌوتي ۽ ڳاڙهي پڳڙي. سن ١٨٦٣ع ۾ يعني فقير صاحب جي جنم کان قريباً پنج سال پوءِ ڄائو، ۽ اٽڪل چوونجاهه ورهين جي ڄمار ۾، ڊسمبر ١٩١٧ع ۾، لاڏاڻو ڪيائين. گويا فقير صاحب جي رحلت وقت سندس عمر تڪ پڪ ارڙهن سال هئي. پاڻ وڏن جو ڌنڌو ڇڏي، ڪپڙي جو دڪان ڪيائين، ۽ تنهن کان پوءِ پانساليءَ جو. مرڻ وقت ٻه پٽ ۽ هڪ نياڻي ڇڏيائين. سندس وڏو پٽ، راڌاڪرشن، ڪانئس هڪ سال پوءِ گذاري ويو، ۽ سندس نياڻي به ١٩٢٧ع ۾ چالاڻو ڪيو. باقي سندس هڪ پٽ، لڇيرام، هن وقت بمبئيءَ ۾ آهي، جنهن مهرباني ڪري اهو مختصر احوال موڪليو آهي.

"بيڪس" فقير پنهنجي منظور نظر جي تصوير، جا مختلف هنڌن تي چٽي آهي، سا هيءَ آهي: پوشاڪ بسنتي پاڻي ڏنو؛ مٿي تي شوخ گلابي يا گلنار چيرو، ته بعضي سرخ شرابي رنگ جو شملو اٿس؛ منهن تي ڪارا وار وارو پيا ڪن، ته زلف زنگي پيا لٽڪن؛ هٿن تي مينڌي لڳل، ناز جي ناوڪ سان نهوڙيندڙ، ته غمزي جي گهاون سان بيگناهن کي گهائيندڙ اکيون، هميشه شڪار لاءِ شائق ۽ شوربون وتن. انهيءَ هوندي به، ماڻهو محبوب جي گولا ۾ پيرن سان پند ڪن، اکين سان هلن، پر اسان جو فقير صاحب روح سان رڙهي:

"ڪيني ڪيچن لهڻ روحاني رڙهندي."

جڏهن سالڪ جي دل تي اوچتو، بنا ارادي ۽ بنا اڪتساب، اهڙي ڪيفيت طاري ٿئي، جنهن ۾ ڪجهه وقت لاءِ سرت سماءُ نه رهيس ۽ سندس لاڳاپا ماحول کان لهي وڃن، واسطا ٽٽي پون، ته اهڙي بيخوديءَ جي حالت کي صوفين جي اصطلاح ۾ "حال" سڏين ٿا. پوءِ توڙي اها مرشد جي مهر سان هجي، يا هادي جي اشاري سببان، يا ڪنهن جذبي جي ماتحت، يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري هجي. اهڙيءَ طرح، جڏهن ڪو شخص صرف ظاهري علم جي اکرن ۾ اڙجي پيو هجي ته ۽ جيڪي پڙهي، پاڙي پا چوي ٿو، سو صرف زبان تائين محدود آهي ۽ دل جي دروازي تائين ٿو پهچي،

تہ چئبو تہ اھو "صاحب قال" آھي، ۽ نہ "صاحب حال" گويا، "حال" اوچو ۽ اتاھون درجو آھي. مولانا رومي فرمائي ٿو:

علم رسمي سربسر قيل است و قال،
نے از او کيفيتِ حاصل نہ حال.

تنھنڪري ئي عارفن تاڪيد ڪيو تہ "قال" کي ڇڏيو، ۽ "حال" حاصل ڪريو:

قال را بگذار، مردِ حال شو، پيشِ مردِ ڪاملے پامال شو.

حضرت موسيٰ علي نبينا و عليہ السلام ۽ ڌنار وارو قصو بيان ڪندي، مولانا رومي ھڪ ھنڌ فرمائي ٿو:

ما برون را نہ نگريم و قال را، ما درون را بنگريم و حال را.

سندس خيال موجب، 'حال' خدا تعاليٰ وٽ مقبول آھي.

جڏھن 'حال' دائمي صورت اختيار ڪري ۽ مستقل ٿي وڃي، تہ اھڙي منزل کي صوفين جي اصطلاح موجب "مقام" سڏين ٿا.

سنڌ جي شاعرن بہ 'حال' ۽ 'قال' پنھنجي پنھنجي نموني چڱو سمجھايو آھي، پر "مقام" لفظ شايد ڪنھن استعمال نہ ڪيو آھي. مثلاً:

جوڳي جالون جال، پر لاھوتي لکھي ويا،
ھو ھلي ويا حال ۾، ھي قابو ٿي قال،
ھي ھٿي سنھجي حال، جو حال نہ پيو ھٿ سون. (سچل)

---

طھوراً تحقيق جو، جنھن پيتو جال،
"وسقاھم ربھم شراباً طھوراً"، تالگا ٿيا لھال،
حاصل ڪري حال، قالوُن ڇڪا ڪاھڙي. (بيدل)

---

جان' جان' مطلق محو نہ ٿيوين،
قرب نھين وڃ قال. (بيدل)

---

وہ وہ يار د يان چيريان چھڪن،
قال گيا، ٿيا حال. (بيڪس)

- يعني يار جي چيرين جي وڄندڙ آواز ۾ اھڙي جاذبيت آھي، جو ھڪدم قال کي ميٽي حال پيدا ڪري ٿو. ان جو اثر سطحي نہ آھي، بلڪ ايترو گھرو آھي، جو بيخودي طاري ٿي ٿي. مطلب تہ ھي اھو محبوب آھي، جنھن جي ادائن ادا ۽

اشاري تي دنيا ۾ مافيها وسري وڃن. نه رڳو ايترو، ٻه پڻ جڳ ۾ وجد وارو ڪري، الاهي محبت جو جوش ۽ جذبو جاڳي. هيءَ اها هستي آهي، جنهن جي در تي وليءَ وڪائل هجن:

"بيڪس" چاهي! در تنهنجي تي وڃن وليءَ وڪائل.

"بيڪس" پنهنجي محبوب کي بسنتي پوشاڪ پهرائي ٿو. تنهن سکهي ٿو ته ڪيس اهو رنگ وڻندو هجي. پر چون ٿا ته اڳي هندستان ۾ راجپوتن ۾ دستور هوندو هو ته جڏهن هو ڪنهن لڙائيءَ لاءِ تياري ڪندا هئا، ته ڪيسري پوشاڪ پائيندا هئا-جنهن جي معنيٰ اِها هوندي هئي ته هو گويا ڪرشن مهراج جي ٻاڪر پائن ٿا- پوءِ مهت يا موت، يا ڪٽندا يا ڪٽ ۾ پيا هوندا. سو، هي معشوق به ڪيسري يا بسنتي پوشاڪ پائي نڪري ٿو-انهيءَ مطلب ۽ مراد سان، ته جيڪو سامهون اچي، سو شهه کائي ۽ مات ٿئي. ازان سواءِ بسنت جو ميلو هندستان جي گهڻن بزرگن جي درگاهن ۽ ديوتائن جي مندرن تي لڳندو آهي، جو ويساک جي مهيني ۾ سياري گذرڻ بعد ٿيندو آهي، جنهن ۾ سرنهن جا هيڊا گل ساٿهو پيلا طور ڏيندا آهن. هتي اجا به ڪن هندن تي اهو رواج آهي، جو طبيعت جي خوشيءَ ۽ شگفتگيءَ لاءِ هڪ نيڪ فال آهي؛ چالاءِ ته ان ڪان پوءِ بهار شروع ٿئي ٿو ۽ وڻندو رهي ٿو. معشوق جو حسن به عاشق لاءِ هميشه وڻندو رهي ٿو، ۽ وڌڻ گهرجي. "حافظ" ان کي "حسنِ روز افزون" سڏيو آهي:

من از آن حسنِ روز افزون که یوسف داشت دانستم،
که عشق از پردهٔ عصمت برون آرد زلیخا را.

"فرهنگ آصفيہ" ۾ "بسنت" جي ڪن معنائن سان گڏ هي به لکيل آهي ته "نغماتِ جوش افزا و تعشق انگيز کے آنے کا موسم". ٻين لفظن ۾، اها رُت، جنهن ۾ روح پرور راڳ لاءِ ريلا ڏئي ۽ حسن جي ڏسڻ لاءِ هر هر حيلا ڪري. سڪن آهي ته اهڙيون ۽ ايتريون ڳالهيون، فقير صاحب خيال ۾ رکي، پنهنجي جانِ جان جي جلوه نمائيءَ جي تعريف ڪئي آهي.

سندس معشوق چيرو يا شملو پائي ٿو. "فرهنگ آصفيہ" جي صاحب "چيرا" لفظ جون هيٺيون معنائون لکيون آهن: "زخم، شگافِ نشتر، ايک قسم کي منقش پگڙي. بعض فارسي شعرا نے بهي چيره باندها هے. بکارت، دوشيزگي ۽ بکر." ازانسواءِ لکي ٿو ته بيگمات چيري کي 'ويد ۽ حڪيم يا معالج' جي معنيٰ ۾ ڪم آڻينديون آهن. حسن اتفاق اهڙو آهي جو فقير صاحب جي ساجن جو نالو "ڪنيا لعل" آهي. 'ڪنهيا' هڪ سنسڪرت لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي

باعصمت ڇوڪري. مطلب تہ "بيڪس" جو محبوب نہ فقط همہ گير ۽ روزافزون حسن جو مالڪ آهي، پر ساڳي وقت معصوميت جو مجسمو پڻ آهي، جنهن جو ديدار هر درد جي دوا ۽ جنهن جي ياد هر مرض جي شفا آهي، ۽ جنهن جي تات ڪيس دنيا کان تارڪ ڪري، طالب المولا ڪري ڇڏي ٿي، ۽ جنهن جي در تي ولي بہ سوالي آهن.

## "بيڪس" جي شخصيت

صوفي بزرگ هر قسم جي مذهبي مت ڀيد توڙي ذات پات جي ڇوت ڇات کان بلند ۽ بي نياز هئا. سندن دروازو غريب خواهہ غني، هندو خواهہ مسلمان، سڀني لاءِ هڪجهڙو کليل هو. سندن نظر ۾ سڀ انسان برابر، هڪڙي ئي خالق جي جوڙ هئا. سندن اهڙن نيڪ ارادن ۽ اعمالن ڪري ماڻهو وٽن ڇڪجي ايندا هئا، ۽ هرڪو پنهنجيءَ منزل آهر انهن کي پنهنجو سمجهندو هو. پر، "صوفي لاڪوفي، ڪوند پائين ڪيرا!" شيخ محمداڪرام، پنهنجي ڪتاب "آب ڪوثر" ۾، چشتي خاندان جي هڪ مشهور بزرگ، شيخ ڪليم الله جون ملفوظات ڏنيون آهن. هڪ هنڌ فرمائي ٿو: "درآن بايدڪوشيد ڪه صورت اسلام وسيع گردد و ذاڪرين ڪثير"— يعني ڪوشش ڪريو جيئن اسلام جو دائرو وڪرو ۽ وسيع ٿئي، ۽ ذڪر ڪندڙ گهڻا ٿين. ٻئي هنڌ فرمائي ٿو: "درآن بايد ڪوشيد ڪه اڪثر اهل دول از دنياي دون دل ڪنند، ميل بطرف عقبيٰ پيدا ڪنند— قصد ڪنيد ڪه مخلصان شما از سير دنيا پرستي برخيزند"— يعني ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ دنيادار ۽ شاهوڪار هن نيچ ۽ ذليل دنيا کان منهن موڙي ۽ دل ٻلي آخرت ڏانهن لاڙو ڪن، ۽ ارادو ڪريو تہ اوهان جا دوست دنياپرستيءَ کان دل ڪڍن. ساڳيو بزرگ پنهنجي وڏي خليفي کي هيئين ريت لکي ٿو: "صلح با هندو و مسلمان سازند. هرڪه ازين دو فرقه ڪه اعتقاد بشما داشته باشد، ذڪر و فڪر مراقبه و تعليم او را بگويند ذڪر بخاصيت خود او را برغبة اسلام خواهد ڪشيد. و باغير معتقد، اگرچه سيدزاده باشد، تعليم نہ بايد ڪرد"— يعني هندن ۽ مسلمانن سان ٺاهہ ڪرڻ گهرجي. انهن ٻنهي فرقن مان جيڪو بہ اوهان ۾ ارادت رکي ۽ لاڙو ڏيکاري، تنهن کي ذڪر فڪر ۽ مراقبي جي تعليم ڏيو ۽ تلقين ڪريو، ڇاڪاڻ تہ ذڪر پنهنجيءَ خاصيت ۽ اثر جي ڪري کين پاڻهي اسلام ڏانهن ڇڪيندو. پر جيڪو هن ڪو اوهان ۾ اعتقاد نہ رکندو هجي تہ کيس تعليم نہ ڏيو، پوءِ توڙي اهو سيدزادو هجي.

عين ائين انهيءَ نموني، سنڌ ۾ صوفين سگهورن پنهنجو اثر پيدا ڪيو. سچل سرمست، جهوڪ شريف، شاهہ نصير، نصير فقير، سائين قطب شاهہ، ڪنڊڙيءَ ۽ روهڙيءَ ۾

جان الله شاه، بيدل، بيکس - مطلب ته هرهڪ درگاه تي، انهيءَ ته ڇڏيو، پر قابل فاضل هندو، جهڙوڪ بئريسٽر، جج، پروفيسر ۽ پرنسپال، اچي پنهنجي عقيدت جي جبين جهڪائيندا آهن. ڇالاءِ ته انهن بزرگن جي رهڻي ڪرڻي اهڙي هئي، جو منجهانئن ڏوئيءَ جي بوءِ به ڪانه ٿي آئي، ۽ سندن اخلاق ايتريقدر بلند هو، جو ماڻهو ڀاڙين ڀڃين بناڪنهن هٽڪ ۽ حجاب جي وٽن ايندا هئا. اڄ به انهن درگاهن تي اهڙي رجوعات آهي. نه رڳو ايترو، پر ڪن هندو صاحبن ۾ اسلام توڙي اسلام جي بانيءَ ۽ ٻين برگزيده هستين لاءِ بيحد خوش اعتمادي پيدا ٿي، جنهن جا انيڪ مثال موجود آهن. ڪن جو ڪلام به موجود آهي، پر طوالت جي خوف کان هڪ-ٻن مثالن تي اڪتفا ڪجي ٿي.

ڪجهه وقت ٿيو ته قاضي محمدهاشم، ساڪن روهڙي، وٽ قلمي ڪتاب ۽ بياض ڏسڻ ويس. ڪتابن جا ورق اٿلائيندي، هڪ صاحب، منشي چندا سنگهه، متخلص به "مفتون"، جا به-ٽي غزل نظر چڙهيا، جن مان هڪڙو حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ آهي، جو هن هيٺ پيش ڪجي ٿو:

دوش مي آمد به گوش از طارمِ مينا صدا،
العلي مفتاحِ ابوابِ الڪرَم والاهتدا.
قاطعِ نسلِ دغا و قاطعِ اصلِ دغل،
صفدر وخصم افگن ومرحب ڪُش وخيبر ڪُشا.
حاميءِ دينِ متين و ناصرِ اسلام اوست،
ڪاشفِ رمزِ هُدیٰ و شافعِ روزِ جزا.
سينهٔ اشرارِ بدطينت نيسارِ تيغِ اوست،
دردلِ ڪفار ومرتد خوفِ اوکرده است جا.
درصفِ هيجا گريزد هر دليري پيلتن،
همچو روبه پيشِ آن ضرغامِ ميدانِ وغا.
من چه گويم وصفِ آن مصباحِ بزمِ معرفت،
"هل آتيٰ" نازل شده در شانِ او از ڪبريا.
عزّتِ ديگر نخواهد فخر "مفتون" اين بس است،
چاڪرِ درگاهِ تُست و منقبت خوانِ شما.

ماهوار رسالي "نئين زندگي" حيدرآباد، جي مئي ١٩٥٥ع واري پرچي جي صفحي ٨٦ تي "تبرڪات" جي عنوان سان ٻه ڪافيون ڇپيل آهن، جن مان پهرين هن هيٺ عرض رکجي ٿي:

(حضرت درگاهه جهوڪ شريف جي هندو مريدن جو ڪلام-
مرحوم سائين هريرام صاحب "مسڪين" - راڳ ڌناسري)

هر جا حق موجود، ڪاڪي ساهه سڪائيا.
هر تن، تو هر ايڪ ٿيوسي، غير هُوا نابود...
"انا احمد بلا ميمي"، محض ٿيو مقصود...
"و نحن اقرب" حق سڻوئي، صوفي ڀير سجود...
جامع جامون جلوه خدائي، وڃڙا وهم وجود...
"مسڪين" موج مڙهائي معنيٰ، رڳ رڳ ٿي آسود...

ٻيو مثال- فقير ايسرداس روهڙيءَ واري جي ڪافي:

اکڙي هل هل، هي گل گل، نبيءَ جو نُور نوراني.
نئون وڃي اينهن لايوسي، تڪڙ ڪر تاج پاپوسي،
الله دا بار چاپوسي، لڳي جيءَ ۾ پريشاني.
اکيون تنهنجون ڪاريون ڪجليون، ڏين ٿيون ٻاهه جيان تجليون،
جنهن بادل تيئن بجليون، ڀُنايون پاڪ پيشاني.
ڀُڪيون هت ڪرڙ ڪنديون لالا، ريءَ سارن کهڙا ساڻا،
ڪٿي سوسل ڪٿي رالا، ميهر ڪاڻ آهه مستاني.
چوي "ايسر" اما ڪافي، ڪندو ڏوهه مڙني معافي،
سچو سيد ٿيندو شافعي، مرشد شاهه جيلاني.

"بيڪس" ٻاهڙي ٿي بزرگ جي گهر ۾ جنم ورتو، ۽ سندس حساس طبيعت
ايتريقدر اثر پذير ٿي، جو ڪن ڳالهين ۾ ته هيءُ ڪان ٻه ٻه قدم اڳتي وڌي ويو.
سندس سڀ منظور نظر هندو هئا. سڀ ڏڻ باقاعدي ملهائڻ ۾ ايندا هئا. هوليءَ جي
موقعي تي هولي ٿيندي هئي، ۽ سڀ گڏجي ڳائيندا وڄائيندا هئا، جنهن جو ذڪر
"بيڪس" جي هيٺينءَ ڪافيءَ ۾ ڪيل آهي:

(ڪافي روپ هوري)

جائون مين ٻلهار، نت نت سڄڻان آئون.
عطر عنبير مين مُشڪ مليسان، پيا آيا ميري پار...
هر گهٽ هوري کيلن زوري، سُرخ سر دستار...
جاما سوني پار ڪريندا، سرَ چيرا گلنار...
ساز سُرانداطبل طنبورا، آپ ٻجاوندا يار...
"بيڪس" هوري يار کيليندا، هر ڪوچي بازار...

بسنت جي مُند ۾ بسنت پنهنجي ملهائيندا هئا. هڪڙي هنڌ فرمائي ٿو:

وِهه بسنت ۾ ڏنو ڏيکاري، گهٽ گهٽ تنهنجي نيڻ خماري،
شان رکيو تو شاهي.

— —

سرهه بسنت کليو چوڌاري، ڪاٿي دار، ڪاٿي مساري،
مُند عجائب آهي.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

(ڪافي روپ بسنت)

پيئا بسونتي ڪر وِس آيا، آپ عجب رنگ لايا!
جاما زرد بسونتي ڪيتس، رخ گلابي پايا...
دست پيالا محبت والا، آنون خنجر لڳايا...
تيس سياهي خوني خماري، سڪين مار ستايا...
مژگان ناوڪ ابرو ڪمانان، سينه منهن مهر بنايا...
"بيکي" ويک نظارا بسونتي، "بيدل" سرب سمايا...

فقير صاحب جي انهيءَ برتاءَ ڪري، نه رڳو سندس ڪچهريءَ ۾ ذات پات جو سيڙهو سڌو ڪونه هو، پر سڄي شهر ۾ هندو مسلمان پاڻ ۾ وانگر هلندا هئا ڪو ويڇو ڪونه هو. شادي غميءَ تي هڪٻئي سان برادريءَ جو پير پريندا هئا. اونهاري ۾ درياهه پر تي گڏجي محفلون ڪندا هئا. محترم ساڌو واسواڻي، پنهنجي ڪتاب "Desert Voices" ۾، سنڌ جي مسلمانن ۽ هندن جي پاڻ ۾ خوشگوار تعلقات جي باري ۾ هن ريت رقم طراز آهي:

"اڄ کان ٿورو زمانو اڳ، هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ سنا پاڙيسري ٿي رهندا هئا، ۽ هڪٻئي تي اهڙو اعتبار هون، جو جيڪڏهن ڪو هندو اتفاق سان ٻاهر ويندو هو ته پاڙي واري مسلمان کي پنهنجن ٻارن ٻچن جي ٻارت ڪندو هو. هندو، مسلمان حاڪمن سان سچائيءَ ۽ صفائيءَ سان هليا، ۽ مسلمان هندن جي چوڪيداري به ايمانداريءَ سان ڪئي. شادين جي موقعن تي هڪٻئي وٽ ايندا ويندا هئا، ۽ هندن کي مسلمان اهڙن موقعن تي ڪچو سيڌو گهر ڏياري موڪليندا هئا. محرم جي موقعي تي هندو باقاعدي نذر نياز ڏيندا هئا، ۽ مسلمانن کي شربت پيئاريندا هئا. نئين چانور پار کي تابوت ڏانهن دعا پڙهڻ لاءِ کڻي ويندا هئا. هتي جي سنتن، درويشن ۽ ولين کي هندو ۽ مسلمان عزت جي نگاهن سان ڏسندا هئا، ۽ ڪن درگاهن تي مسلمانن ۽ هندن لاءِ پاليءَ جو انتظام ٿي هڪ هنڌ هو. جي هنڌ اچا به شهري اڳ کان آچا رهيا آهن، اتي هن وقت به سندن تعلقات تمام سنا آهن."

مذڪور ڪتاب ١٩٢٢ع ۾ ڇپيو آهي، پر هيتي ان کان پوءِ به هندو ۽
مسلمان، ڏاڍي ذوق شوق سان گڏ ڪائيندا پيئندا ۽ ڳائيندا وڄائيندا هئا. روهڙيءَ جو
شهر ڇڳو موچارو پريم-نگر هو. ڪو گهر عشق، عاشق ۽ معشوق کان خالي
ڪونه هو؛ گويا دنيا جا غم ۽ الم، حرص ۽ هوس، حيران پريشان ٿي ڀاڄي ويا.
اها روئيداد پاڪستان قائم ٿيڻ تائين رهي، جيتوڻيڪ اڳي کان گهٽ. تڏهن به،
جڏهن مسجد منزل گاهه جي سلسلي ۾، سکر شهر ۾، جو بنهه درياهه جي ٻيءَ
ڪنڌيءَ تي آهي، فساد ٿيو، خونريزي ٿي، هندن ۽ مسلمانن جي پاڻ ۾ ڇڪتاڻ ۽
منافرت پيدا ٿي، ڪروڙن جو مالي نقصان ٿيو ۽ گهڻيون ئي ٻها جانيون تلف ٿيون،
ڪو سبب ڪونه هو جو ان جو اثر ساڀهون واري شهر تي نه پوي، پر پوءِ به
روهڙيءَ ۾ ڪنهن به قسم جي ڪشيدگي ڪانه ٿي، ۽ هندو-مسلمان اڳي وانگر
کير-کنڊ رهيا. هيتر به، خواجه غريبنواز اجميريءَ جي عرس جو نياز اسان جا هيتان
ويل هندو پانڌ هر سال پيا موڪلين. خليفو سبحان بخش راوي آهي ته اڄ ڏينهن
تائين دهليءَ ۽ پڻ هندن تي، هر سال ٦ ذي القعد تي، هتان ويل صاحب
"بيدل" فقير جو ميلو باقاعدي لڳائيندا اچن ٿا، ۽ جيئن انهيءَ موقعي تي هت
سندس ڪلام ڇپيو ويندو هو، تيئن هُت به اهو سلسلو جاري آهي. اهو آهي
بزرگن جو اثر!

"بيدل" ۽ "بيڪس" جو ڪلام موسيقيءَ جي مڙني اصولن تي پورو آهي، ۽
ان ۾ سوز ۽ گداز، محبت ۽ مستيءَ جو عنصر تمام گهڻو آهي، تنهن ڪري نه فقط
سامعين کي حظ ايندو هو ۽ سندن غم غلط ٿيندو هو، پر انهن مان سڪو
پنهنجي پنهنجي پرديم جي ادراڪ ۽ تصور ۾ محو ٿي ويندو هو. ڪي ته وري
راڳيندڙن کي سُر وٺائڻ ۾ مشغول هوندا هئا، جي پوءِ رفتي رفتي پاڻ به راڳ جا
ڇڳا ڄاڻو ثابت ٿيا. هنن بزرگن جي محفلن ۾ وقت جون شئه راڳڻيون پائڻ ۾
ايندڙيون هيون. اڄوڪي زماني وانگر، نه ملاوت هئي ۽ نه وري ڪنهن راڳ جي
ڪا ڄاڻو ٿي ڏٺي ويندي هئي. انهيءَ جو اثر اهو ٿيو، جو روهڙيءَ جا ماڻهو،
ننڍا خواهه وڏا، پڻ ڳالهين کان مشهور ٿي ويا: هڪ تنرڻ، ۽ ٻيو ڳائڻ. پاهرپان
ڪتو پا ايندا هئا، ته به هتي ڇرڪي ڳائيندا هئا. اڄڪلهه جيتوڻيڪ آها ڄاڻ پڇاڻ
نه رهي آهي، پر تڏهن به ڪو ڳائڻو آهي، ته وڏي خيال ۽ ويچار سان ڳائيندو، ته
متان قدردانن جي ڪسوٽيءَ تي پورو نه پوان.

ميون بزرگن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ کان ڪيترا هندو متاثر ٿيا، ۽ ڪن
انهن مان گهڻو ئي فيض ورتو. ڇون ته ته انهيءَ سمي خود روهڙي شهر ۾ به
ڇڳا هندو درويش هئا- جهڙوڪ ڀائي وسٽرام، ڀائي پارو شاهه، ڀائي ايسرداس وغيره.

محترم ساڌو واسواڻي پنهنجي ڪتاب "The Vision of a Village-Singer"

۾ فقير "بيڪس" جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته "هڪ دفعي ميلي جي موقعي تي درگاهه تي ويس. آتي هڪ هندو عورت پنهنجي بيمار ٻار کي کڻي آئي، صرف الهيءَ اعتقاد سان ته ڪيس خواب ۾ نياءُ ملندو ۽ هدايت ٿيندي ته ڪيئن ۽ ڪهڙو علاج ڪجي."

محترم ساڌو واسواڻي، پنهنجي ڪتاب "Desert Voices" ۾، هڪ ٻيو واقعو بيان ڪيو آهي، جو فقير صاحب جي شخصيت ۽ شاعريءَ جي مقبوليت تي روشني وجهي ٿو. فرمائي ٿو ته "هڪ دفعي هڪ ڳوٺ ۾ رات جو رهڻ ٿيو. منهنجو انتظام لڪائي ۾ ڪيل هو. ماڻ، پنهنجي معمول مطابق صبح جو چئين بجي سهل آئس. منهنجي آئڻ کان ٿورو پوءِ، ٻاڙي سان هڪ هندوءَ جي پرارٿنا جو آواز ڪن تي پيو. انهيءَ دوران ۾ هن صاحب "بيڪس" فقير جي ڪافي ڏاڍي مٺي ۽ مڌر آواز سان آلاپڻ شروع ڪئي. رات جي وڳوڙي ۾ هرهڪ لفظ چٽو ۽ موثر نمولي ۾ پڌڻ ۾ پئي آيو. مون کي ان وقت جو لطف آيو، سو هڪ ته ويجهيءَ چڪ نه وسرندو، پيو ته ان جو بيان ڪرڻ مشڪل آهي، جو ته "بيڪس" جو ڪلام محض راڳ آهي، سو فقط ٻڌڻ لاءِ آهي، ۽ نه پڙهڻ لاءِ."

## بيڪس جي شاعري

"بيڪس" فقير، هڪ لائق پيءُ جي لائق پٽ وانگر، پنهنجي پيءُ جي نقش قدم تي هلڻ جي ممڪن ڪوشش ڪئي، ۽ سندس معاشرتي خواهه معاشقي زندگي اهڙي ئي رهي، جهڙي سندس والد بزرگوار جي هئي. "بيدل" جيان، هن به قلندر شهباز کان روحاني فيض ورتو. جيئن هُن درگاهه تي پهچڻ کان پوءِ شعر چوڻ شروع ڪيو، تيئن هن به ڪيو. اجيئن هُن حقيقت کي پهچڻ لاءِ مجازي عشق پوڙي ڪري ورتو، تيئن هن به ڪيو. ۽ جيڪڏهن غائر سان ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته پيءُ جيترو ضابطو پاڻ تي ڪونهيس. ڪڏهن ڪڏهن ٻاهر ٻاڦ ڪيي ٿو، ۽ مجازي عاشقن وانگر، وڇوڙي ۽ تڪليفن جي شڪايت ۽ جدائيءَ کي جلد ختم ڪرڻ جي تمنا ڪري ٿو—برهه کي 'برهه بهاري' به جابجا سڏي ٿو. محبوب کي منت ڪري ٿو، ۽ انهيءَ بيقراريءَ ۾ ڪيس 'بيوفا' ل سڏي ٿو، جو هن کان اڳ گهڻو ڪري سنڌي شاعرن جو شيوو نه رهيو آهي، ۽ ساڳي وقت رقيبن جي به شڪايت ڪري ٿو. مثلاً:

(ڪافي روپ آسا يا سورٺ)

اڄ سحر رُس نہ يار، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾.
حال واقف يار هدم، هُج هميشہ همقدم،
دم نہ هڪڙو ٿي تون ڌار.
ڪِهڙن ڪيڏ جائي جدائي، مون سان ڇو ڪيڏ بيوفائي،
ناڻءٌ مولا جي نهار.
ميءٌ رقيبن راهہ ماري، تنَ ۾ تنهنجي طلب طاري،
اکڙيون تنهنجون گل انار.
"بيڪس" بوس ڇا ڪري، جو تو لئہ دمدم ٿو مري،
تہ تنوَن صدقي وار وار.

(ڪافي روپ ڪلياڻ)

ڪر نہ جدائي يار، گهوريو وڃوڙو، وَرَ تون٘
دريا درد جو دل ۾، وهي تاروُن تار،
ڪر نہ مون سان ماٺ، صورت جا سينگار.
سنا سانا ڇا ڪجن، مُٺن جا مَنَ نار،
دم ٻہ-ٿي دنيا ۾، ڪڏ ٿي يارَ گذار.
هيت هُت هُج هتين ۾، دم نہ ٿي تون ڌار،
"بيڪس" عشق اندير ڪيا، غازي غمزي دار.

هڪڙي هنڌ فرمائي ٿو:

سچ الائو َ يارَ بيس سان، مون سان ڪوڙ ڪمايو ٿو،
يارَ جادوگرَ "بيڪس" سان، هي، وه جو ليئهن نيايو ٿو!

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

جلي ٿي ميءٌ جان، جڏهون! سڄڻ ڪي ڪو سمجهائي.

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

'ڪنير' ڪون ڪوئي سمجهاوے، ميري اس شام دل لئي.

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

'ڪنير'! ڪول آ ميرے، اتنا ماڻ ڪيا ڪرنا،
اي سانورا سُن سخن ميرا، خدا ڪولون ڪي ڪُڇ ڏرنا.
دکي هے جان جي ميرا، سُکي لاغرض تن تيرا،
گلي ۾ رين دن ڦيرا، اے دلبر ڏيان ڪي ڌرنا.

"بيکس" بردا تيرا بوس، هماري دلڙي تم لئي کس،
نہ مانا کر ميرا جاني، اے دلبر عاقبت مرنا.

اکئين طبقي جي شاعرن جو کلام موسيقيءَ تي موزون ڪيل آهي، تنهنڪري ان ۾ عربي عروض واريون پابنديون ڪينهن. البت قافيي جو خيال رکيو ويندو هو. سو به، ڪافين توڙي ڏوهيڙن ۾. ان جو نمونو نرالو هو. پر "بيکس" ته ٻوليءَ جي پابندين کان ئي پاڻ کي آزاد رکيو آهي. مثلاً:

ناهه مناسب جاني توکي، "بيکس" سان بيپرواهي.

هن ڪافيءَ جون ٻئي مصراعون سنڌي ۽ ٻئي سرائڪي آهن. اهڙيءَ طرح، هيٺين ڪافي سنڌي آهي، پر ان ۾ ڪي ڪي سرائڪي لفظ استعمال ڪيا ويا آهن:

مون سان جاني جادو لايو ٿو، دام زلف ۾ ڦاسايو ٿو.

اهڙيءَ طرح، هيٺينءَ ڪافيءَ جو ٿلهه سنڌي آهي:

ڇا ڪئون رُسي وئين راڻا، ڪڏهن پرچندين پيارا!

پر ان جون ٻه مصراعون سڄيون فارسي آهن:

(١) بادیگران نشستي، دست از بتم شستي،
پيمانه خودشکستي، ديدار ده خدا را.
(٢) کردي عطا فراقم، شب روز سينه چاڪم،
فرسردهٔ هلاکم، گاهي نما نظارا.

ڪن مصراعن ۾ اڌ فارسي ۽ اڌ سنڌي آهي. مثلاً:

احوال مابين تو، چين در جبين چنين تو،
گاهي شوي قرين تو، دل جا سجڻ سونهارا.

اهڙيءَ طرح، جنهن وقت مٿس جذبو طاري ٿئي ٿو، تڏهن سنڌي، سرائڪي، اردو، هندي، فارسي، عربي ۽ سنسڪرت ٻولين جا لفظ بنا ڪنهن امتياز جي ڪم آڻي ٿو. اها ڳالهه ٻوليءَ ۽ زباندانيءَ جي نقطہ نگاهه کان البت معيوب آهي، پر هيءَ درويش انهن کي ملائي، اهڙي نموني پيش ڪري ٿو جو انهن ۾ پاڻ زياده رس ۽ مٺاج پيدا ٿئي ٿو. بعضي ڪن لفظن کي پاڻ ۾ ملائي، نوان اصطلاح ٺاهيا اٿس، جن پاڻ ٻوليءَ ۾ اضافو ڪيو آهي.

شاعري جذبات نگاريءَ جو ٻيو نالو آهي. شاعر تي جنهن وقت جهڙو جذبو طاري ٿئي ٿو، اهڙوئي لفظ يا اصطلاح سندس ذهن ۾ ظاهر ٿئي ٿو، جيڪو سندس انهيءَ جذبي جي صحيح ترجماني ڪري ٿو. "بيکس" يار جي جدائيءَ جو بيان — جنهن کي هو "برهه" سڏي ٿو — اهڙي خوش اسلوبيءَ سان ڪري ٿو، جنهن ۾ سندس مقصد جا ٻئي پاسا روشن ٿين ٿا. فرمائي ٿو:

(١) برھ بازاري، عشق آزاري، ھڪ بيقراري ٻي خلق جي خواري.

(٢) ڳئي موسم خزان والي، آيا برھ بھار.

(٣) فضل ٿيو، فرق ٿيو، برھ ڪيو باران.

(٤) آئي مند ميلاپ جي، برھ ڪئي برسات.

"فرھنگ آصفيہ" وارن "بازاري" لفظ جي معنيٰ ھيٺينءَ ريت لکي ٿو:

"بازار سي نسبت رکني والا - عام - معمولي - بازار کي بيٺني والا - بي اعتبار".

"بيڪس" جي "برھ بازاري" ۾ ڪيڏي وسعت آھي! حافظ شيرازيءَ جيڪو خيال ھيٺين بيت ۾ آندو آھي، سو لڳ ڀڳ فقير صاحب انھيءَ ھڪڙي اصطلاح، "برھ بازاري"، ۾ ادا ڪيو آھي:

من از آن حسن روزافزون که یوسف داشت دانستم،
که عشق از پردهٔ عصمت برون آرد زلیخا را.

انھيءَ ڪري برھ لاءِ تمنا به ڪري ٿو:

داتار تون دلاور، آذار ھي گداگر،
بخشين برھ بھادر، پنھنجي ڪرم جا ڪي تولا.

ان سواءِ فقير صاحب سوز ۽ اثر پيدا ڪرڻ خاطر ڪي پنھنجا اصطلاح به ٺاھيا آھن، جي سندس ذھانت ۽ طباعيءَ جو روشن دليل آھن. مثلاً:

(١) محبت ماريو مسڪينن کي، "بيڪس" برھ بجھائين ٿو.

(٢) وڃائي درد ڏماسون، پنھنجا پيارا ڪنھائين ٿو.

(٣) تون قادر قلندر بھرجاھ حاضر،
الله لڳ ڪا بخشو ڪجي سوائي.

(٤) تڻ تڻ جھڳندا دل تون دلبر، گھٽ ڏکان دي ڏور.

(٥) نيڻ دے گھوڙي ڏوڙاڪي، سرپٿان ڪناڏي ھو.

(٦) درد ڏمالون ڪيون دل اندر، نازڪ سان اڳو ناتو سون.

(٧) "بيڪس" قسمت سنجھ قلم جي، سُر سورن جو ڳاتو مون.

(٨) ڏور ڏکن جي من منھنجي کي، سورن سان تون ساھين ٿو.

"بيڪس" پنھنجي والد بزرگوار کي استاد ۽ مرشد ڪري ورتو ھو، ۽ جڏھن جڏھن کيس تڪليف ٿي ٿي، تڏھن تڏھن کيس مدد لاءِ سڏيائين ٿي. جيئن ته فرمائي ٿو:

(١) "بيڪس" 'بيدل' ڪون لڌي، محبت واري مام.

رانجهن والي راز، ميڏا من موهيا.

تخت هزارے دا شاه سيلاني، جهنگ سيالين آيا جاني،
صورت وچ سجال، سالون حاصل هويا.
غمزان رمزان مارکے سانون، بيغرض هے يار اسان نون،
بيخودي دا يار، سر اساڏے صاحب سويا.
صورت ساڏا سپ پلايا، عشقدے کيتے فرش تي آيا،
"بيڪس" سوز گداز، دل دا جاما ڌويا. (بيڪس)

(٤) آج پيتا هوري کيلن آيا، سهڻين رنگ پيرنگي سمايا. (بيدل)
"بيڪس" هوري يار کيڏيندا، هر کوچه بازار. (بيڪس)

(٥) بشريت دا کر بهانا، آپ ٿيا اظهار. (بيدل)
بازي عجب بنائي، آدم نام ڌرا کے. (بيڪس)
ساجن سائين سير، کرڻ لئي، ٿي آيو انسان. (بيڪس)
بنائي ساز صورت جو، کهڙا تون لڪ لڪائين تو. (بيڪس)

(٦) آهيان اسرار عجائب، ٿي آيس انسان.
يانهي پولي نانهن کا، سارو سر" سبحان...
نوح نبي، جي وس ۾، نار کيم طوفان...
آيس ابراهيم ٿي، باهر کيم بستان...
بيک بنائي عيسائي، آڏائس آسمان...
"بيدل" لالي ٿي کيم، سجدو سيوستان... (بيدل)

آهيان پاڻ الله، عشقون تو عبد سڏايان.

منڙي يانهو يانهن جس، هُت هوس شاهشاه...
هتڙي مالو ماڻ وهان تو، هُت دهشت جو درياه...
"الانسان سرّي وآنا سره"، عشاقن آگاه...
"بيڪس" رک تون دل ۾ بلڪل، وحدت جو ويساه... (بيڪس)

(٧) بخش سيڏي تقصير، رانجهن سائين!
در تيڏے تے آهے وکالي، هي نکارڙي هير...
اِسان آسان تيڏڙي آهيان، دلبر دستگير...
جيندي مرلدي وسر نه ويسي، خوب تيڏي تصوير...
تيڏي باجهون کوڙ کريسي، دردمندان دي دلڏير...
حسن حيرت وچ 'بيدل' وسدا، سالک چوڙ سرير... (بيدل)

ڪيهي پئي تقصير، مان ڪنون ڇالب سائين!
روز ازل ڪنون در تيڏے دي، مان ڪنيزڪ هير...
آنانهون آنانهون ياد اسان ڪون، سهڻا تيڏي تصوير...
جان جگر ساڏے وچ اپنوين، تير لکيا تقدير...
"بيڪس" بيشڪ عشق واليان ڪنون، پل گئي تدبير... (بيڪس)

مٿين ٻنهي مثالن مان ڏسبو ته ٻنهي صاحبن جو نه فقط خيال ساڳيو آهي، پر انهن جي اظهار جو طريقو به لڳ ڀڳ هڪجهڙو آهي.

"ديوان بيدل" جي ڇپجڻ کان پوءِ ڪنهن چيو ته هڪڙي ڪافي غفور ٽنڊي جي ڇپجي ويئي آهي، سو ٻئي ڇاپي وقت اها ڪڍڻ گهرجي. "ديوان بيڪس" مرتب ڪرڻ وقت ڪاٿي اها ڪافي اچي ويئي. اها ڪافي پهرئين ڇاپي جي ضميمي نمبر ٢، صفحي ٣٥٩ تي آيل آهي، جا هن هيٺ ڏجي ٿي.

(ڪافي روپ راڳ)

ياڻ ڏاڍڻ سان نينهن نه لايو، جنجل نينهن ڦسايو مون.
اڳ اياڻي عشق نه ڄاڻان، عشق عجب سر آيو مون...
سٽي پئي هئس سيج پلنگ تي، جڳڻ ڪين جاڳايو مون...
چوڙهي جبل چوٽ تي، تيرن تن تپايو مون...
"بيدل" ڪي اچي مل پيارا، تنهنجي طلب تپايو مون...

"بيڪس" جي جنهن ڪافيءَ سان ڪيس مشتبهه ڪيو ويو آهي، سا هيٺ ڏجي ٿي:

(ڪافي روپ سورٺ)

ياڻ ڏاڍڻ سان لنون نه لائي، جنجل جيءَ ڦاسايو مون.
سڌ نه هيڙي ڪا سورن جي، عشق عجب آنايو مون...
اڳ اياڻي نينهن نه ڄاڻان، سورن سات سمايو مون...
"بيڪس" سان مل ملڻا اچ تون، ڏاڍو طلب تپايو مون...

مٿي ڏنل مثالن، خاص طرح مثال نمبر ٤ پڙهڻ کان پوءِ اهڙن چوڻ بيجا نه ٿيندو ته ساڳئي مضمون جي ڪافي ٻنهي صاحبن جي جدا جدا آهي.

## عجيب جون اکيون

معشوق جي هرچيز ۽ هر ادا معشوق آهي. ڇا منهن ڇا اکيون، ڇا وار، ڇا قد ۽ ڇا وري سندس نهارڻ، مرڪڻ ۽ ٽشڪڻ ڳالهائڻ ۽ گهمڻ: مطلب ته هرڪا حرڪت پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي وڻندڙ ۽ موهيندڙ آهي. هرڪنهن شاعر،

پنهنجي درڪ ۽ درجي، خيال ۽ تصور آهن، انهن مان هرهڪ جي جدا جدا تعريف ڪئي آهي. خصوصاً اکيون، جي پنهنجو ڪاري وار ڪري، عشق جي الف-ب جو آغاز ڪرائي، بيقراريءَ ۽ انتظاريءَ جو باب پڙهائڻ شروع ڪيون ٿيون ڪن، تن جي ڪهڙي ڪارنامن سان تہ بياض پريا پيا آهن. ڇاڪاڻ تہ عشق جي ابتدا اکين مان ٿئي ٿي ۽ چاهہ چشمن مان چُري ٿو. تنهنڪري هرهڪ شاعرَ، ٿوري گهڻو انهي حال وارو هجي يا قال وارو، پنهنجي وس آهر، ان جا مختلف اثر ۽ مختلف ڪيفيتون بيان ڪيون آهن. محبت جي ماريل لاءِ تہ عجيب جي اک ٻنگال جو جادو آهي، جنهن وقت اکيون اکين ۾ کُپن ٿيون، تہ بقول سچل سائين:

"عينان عينن سان اڙيون، هاڻي مٺو ڪير موڙي!"

انتهائي مجبوري ۽ لاچاري اچيو وڃي. پاروت اهڙو پجن ٿيون، جو ماڻهو سِرَ وڃڻ ڪڪرَ وانگر پيو ڦٽندو ۽ ڇڙيون هڻندو. اهي ڪاريون ڪجليون اکڙيون ڇپ ۾ قيامت مچائي ٿيون ڇڏين. پر عجب تہ هيءُ آهي تہ آنهيءَ دم ڇيرين چيرين ٿيون، کٿن ۽ ڦرا ڦرا ڪن، تہ آنهيءَ دم دلاسي جو داءُ هڻي، ورسائن ۽ کلائن! گويا رنج ۽ راحت، آزار ۽ آرام، زهر ۽ زهر مهرو، يا ڪئي ائين چئجي تہ موت ۽ حيات، ٻئي انهن جي اختيار آهن.

محبوب جي اکين کي شاعرن مختلف شين سان تشبيهہ ڏني آهي، جهڙوڪ عقابيل، الماس، تير، ڀالا، ٻرڇيون، وغيره. بيخودي پيدا ڪرڻ ڪري، انهن کي خماري، شرابي، نيم خوابي، ڪيفي وغيره سڏيائون. پر گهڻو ڪري فقط هڪ پهلو بيان ڪيائون ۽ پيو—جياريندڙ، آٿت ڏيندڙ، دل بهار بهار ڪندڙ وغيره—نظرانداز ڪيائون. هن وقت تائين ڪوبہ انهن کي صحيح انداز ۾ سمجهائي ڪونہ سگهيو آهي. مطلب تہ "شاهہ" جي قول موجب، "پاري سچ مجاز جو، اوتيائون اگار"... چشمن جو چڙيو ٿيل، تہ جيئي نہ مري!

ڪن بزرگن جو خيال آهي تہ جيڪي هت آهي، سو پرتوو يا عڪس آهي آن جو، جيڪو هُتَ آهي: "همہ اسماء مظاهرِ ذات اند، همہ اشياء مظاهر اسماء." حق تعاليٰ، جو بيمثل ۽ بيمثال آهي، تنهن جو ظهور اسماي صفات ۾ ٿيو، ۽ اسماء صفات جا آثار ڪائنات ۾ موجود آهن، ۽ جو ڪجهہ هتي آهي، تنهن جو ظهور هت آهي. انسان حق تعاليٰ جو اتم مظهر آهي، ۽ انسان ۾ ڪابہ اهڙي شي ڪانهي، جا حق تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جو مظهر نہ هجي. اکيون، لٽ، چَپ، ڏند، خط ۽ خال، انساني حُسن کي مڪمل ڪن ٿا، ۽ انهن کان سواءِ انساني صورت ۽ شڪل ۾ ڪي نقص نظر اچي ٿو. تنهن ڪري، لازمي طور انهن جو اصل حق تعاليٰ جي صفات ۾ هئڻ گهرجي، جن جو نقل هي آهن، ۽ انهن جي اظهار کان سواءِ ڪمالِ الاهي جو

اظهار مشاهدي ۾ اچي ٿو سگهي. جهڙيءَ طرح مجاز جو ماريل، معشوق جي اکين، ڏندن، چپن، وارن وغيره کي وساري ٿو سگهي، اهڙيءَ طرح جمالِ الاهي جو متوالو به انهن باڪمال صفات کي نظرانداز ڪري ٿو سگهي، جو ته انهن جي ئي وسيلي جمال اِلاهي جو اظهار ڪري سگهي ٿو:

"هر چند هو مشاهدهٔ حق کي گفتگو، بنتي نهين هي ساگر و مينا کهي بغير."

تنهنڪري صوفيائي ڪرام به پنهنجيءَ حق پرستانه شاعريءَ ۾، مجازي شاعرن وانگر، اهي ساڳيائي لفظ — زلف، چشم، خال، خط، قد ۽ قامت وغيره — ڪم آندا، پر مخصوص معنائن ۾، ۽ نه انهن معنائن ۾ جيڪي رواجي ماڻهو ڪن ٿا، جو ته ذات باري تعاليٰ انهن کان پاڪ ۽ مبرّا آهي. تصوف جي شاعريءَ ۾ "چشم" لفظ بعضي 'بصارتِ ازلي' ڏانهن اشارو ٿو ڪري، ته بعضي سالڪ جي لياقت ۽ استعداد آهر 'شهودِ حق' ڏانهن، ته بعضي وري 'نظرِ حق تعاليٰ' ۽ ان جي اثرات ڏانهن.

دلبر جي اک جو هڪ اثر هيءُ به آهي ته بي اعتنائيءَ ۽ خوديءَ جي ڪري، عاشق ڳارائي ۾ پيو ڳرندو: "عاشق اندوهن، سدا معشوق جو." ڪڏهن سندس خمار هن کي مخمور ڪندو ۽ هوش کان بيهوش ڪندو، ۽ ڪڏهن ته پاڻ ڏانهن رغبت جو احساس پيدا ڪري، منجهس خوشي ۽ مستي پيدا ڪندو. عجيب جي اک ۾ جيڪڏهن استغنا، بي‌التفاتي ۽ بيرخي آهي، جنهنڪري جنهن ڏانهن نهاري ته هستيءَ مان نيستيءَ ۾ ڌڪيس، ته وري ساڳي وقت منجهس شوخي ۽ دلربائي به آهي، جنهنڪري سوز جا سؤيل مشاهدو ماڻين ٿا ۽ سندن جسم ۽ جان ۾ گويا نئون روح ڦهڪجو وڃي. گويا، محبوب جي اک ۾ ٻه متضاد خاصيتون آهن: هڪ استغنا ۽ بي‌التفاتي، ته ٻي شوخي ۽ دلربائي. جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري ته عالم هڪ نظر سان نيست ٿو ٿئي، ته ٻيءَ نظر سان هستيءَ ۾ اچي ٿو: هڪ سان فنا، ته ٻيءَ سان فيضانِ وجود سان سرفرازي، هڪ سان سُسي ۽ مُسي ٿو، ته ٻيءَ سان آبڙي ۽ ٿونڊجي ٿو: هڪ سان سُڪي ۽ سڙي، ته ٻيءَ سان سرسبز ۽ ساوو ٿئي: هڪ سان مري ٿو، ته ٻيءَ سان جيئي ٿو. اسان جي پاڪ دل ۽ پاڪ خيال فقير "بيڪس" جن اکين جي طفيل عشق جي الف ـ ب پڙهي، تن جي تعريف جنهن بيساخته نموني ۽ سادن لفظن ۾ هن پاڻ ڪئي آهي، تنهن جو مثال مشڪل ملندو. فرمائي ٿو:

"وه وه سڄڻ تنهنجون اکيون، جاتي لکيون تاتي ٽکيون!"

محبوب جي بيپناهه جاذبيت ۽ دلڪشيءَ وارين اکين جي بي انتها تعريف، جنهن جي بيان ڪرڻ کان زبان ۽ قلم قاصر آهن، سواءِ "وه وه سڄڻ تنهنجون اکيون" جي،

ڀن لفظن ۾ ٿي ٿي سگهي. ازانسواءِ هي آهي اکيون نہ آهن، جن جو جادو ناپائدار هجي، يا جي صرف فتنو پيدا ڪن، جنهن جو اثر ڪنهن تي ٿي تہ ڪنهن تي نہ ٿئي؛ مگر هي آهي آهن، جي خواه نخواه، جتي ڀوڄن، تتي هرهڪ کي بلاامتياز پنهنجي قبضي ۾ آڻين، ۽ نہ وري سندن اثر لاءِ ڪنهن اهليت جي ضرورت آهي:

آنکھ والا تیرے جوبن کا تماشا دیکھے،
جس کو آنکھیں ہی نہوں، تجھ کو بھلا کیا دیکھے!

نہ ڄڻ، هيت جيڪو آيو، سو اچي ويو ۽ وري نہ ورڻيو: "وہ وہ سڄڻ تنهنجون اکيون"! سخن بيساختہ، نہ تصنع نہ بناوت، لفظا مختصر پر پُرمعني. سنڌي شاعريءَ جو درجو ڪهڙو نہ هجي، هو ٻوليءَ جي سلاست، لفظن جي سادگيءَ ۽ جذبات نگاريءَ جي خيال کان اِها هڪڙي سٽ، جا محبوب جي اکين جي انتهائي بيپناھ دلربائيءَ، دلستانيءَ ۽ دلڪشيءَ جي قدرت ڏيکاري ٿي، جا بلاامتياز هرڪنهن تي جاري آهي ۽ جا ڪين قدرتي ملبل آهي ۽ نہ ڪنهن ڪجل، سُرمي يا ٻئي سازسينگار جي محتاج آهي، سا قابل داد ضرور آهي.

## ماخذ


"سنڌي ادب جي تاريخ"، جلد ٢، از خانبهادر محمد صديق ميمڻ
"تذڪره لطفي"، ڀاڱو ٣، از لطف‌الله بدوي
"سنڌ ۽ هند جا سنت ۽ درويش"، از رنجيت پرمچند واسواڻي
*Desert Voices*, by T. L. Vaswani.
*Divine Dwellers in the Desert*, by Gurdial Mallik, Nalanda Publications Coy, Baroda, 1949.
*Sind and its Sufies*, by Jethmal Parsram Gulrajani.
*The Soul of Sindhi Literature*, by T. L. Vaswani.
*The Vision of a Village Singer*, by T. L. Vaswani.
"آب ڪوثر" (اردو)، از شيخ محمد اڪرام.

# شڪريه ادائي


مؤلف نهايت خلوص ۽ شڪريه سان انهن صاحبن جا ٿورا ڄاڻائڻ فرض ٿو سمجهي، جن ڪيس پنهنجا ڪتاب ڏنا يا مواد وٺڻ ۾ مدد ڪئي:

١. سيد امام علي شاهه، روهڙي

٢. خليفو سبحان بخش، روهڙي

٣. سيد رحيم ڏنو شاهه، ٺرڙي

٤. سيد لڪن شاهه مرحوم، روهڙي

٥. مسٽر رجب علي مغل، روهڙي

٦. سيد پير ڏنو شاهه، روهڙي

٧. مسٽر جهامنداس پاٽيا، شڪارپور

٨. سيد سومر شاهه، روهڙي

٩. مسٽر خيرالدين، روهڙي

١٠. قاضي محمد اسماعيل، روهڙي

١١. مسٽر ٽلوڪچند ڪٽري، روهڙي

١٢. مسٽر گورڌنداس، روهڙي

١٣. غلام سرور خان بنان، آرائين

١٤. مسٽر لڇيرام پاٽيا، بمبئي

١٥. مسٽر لطف الله بدوي، شڪارپور

١٦. مسٽر عطا محمد "حامي"، خيرپور

١٧. ڊاڪٽر قاضي نبي بخش، روهڙي (حال حيدرآباد)

## افتتاحيہ مثنوي

بحمداللہ، ڪريان تعريف رب جي،
جنهن جوڙي آهي روزي سڀ جي.
اهو خاوند، صاحب، شاهہ، سلطان،
هيتي ظاهر ٿي آيو آهي انسان.
ڪڏهن چيائين جو آهيان واحد پاڪ،
ڪڏهن آحدؤن احمد ٿي ٿيو بيباڪ.
"انا احمد بلا ميم" چيائين،
"فقدرايءالحق" کي منظور ڪيائين.
چيائين ٿئور منهنجو ڪل شيء آهہ،
سڄ "بيڪس" اهو ساڳيو ئ، تون آهہ.
الايائين "خلق آدم-" يقيناً،
"-علیٰ صورتہ"، چيائين ٿي بينا.
ناهہ انسان، بيشڪ آهہ سبحان،
ناهي هي خاڪ، آهي پاڪ رحمان.
وهم ويڙهيو ادا توکي جو آهين،
جي ٿئين هوشيار، ساڳو نُور آهين.
ڏسو قرآن ۾ جو صاف آهي،
اهو امر شرع جو معاف آهي.
اشارو آهي "وجہ اللہ جو" صاف،
"ثم وجه الله" سڄ تون جي شرع معاف.
يلا 'بيڪس'، سکھو ڪر ويرِ وارو،
وحدت عشق جو سر" سمجھ سارو.

توسان 'بيدل' ڪندو بيشڪ يلائي،
ڪجان "بيڪس" سدا وحدت جي وائي.
تنهنجو دلدار مرشد آهہ 'بيدل'،
ڪندو توکي مدامي شاهہ خوشدل.
تنهنجو پير مغان بيشڪ آ 'بيدل'،
ڪندو شل دستگيري تنهنجي پادل.

ڏسو، اي طالبو، جو عجب ڪار آهي،
تہ، ڪيئن منصور برسر دار آهي.
نہ خيال آهي، نہ وهم جي جاءِ آهي،
مگر ويساهہ، وحدت لاءِ آهي.
"اناالحق" چئہ درد دل مدامي خود،
ڪئي چڏ تون منجهؤن پنهنجي دوئي بد.
چيو هيئن سوچ ۾ آ غوث اعظم،
تہ، "انا قادري سبحان اعظم".
ڏسو ڪيئن شمس تبريزي ڏنو ہوش،
گنوايائين سڄو ظاهري هوش.
عطاري شيخ چيو هو "من خدايم"،
خدايم، من خدايم، من خدايم!
اي ڳالهہ، نہ آهي جو دم زباني،
ڏاڍي مشڪل آهي هيءَ يار جاني.
نہ چئو "بيڪس" زباني تون "اناالحق"،
اهو تون درد دل ۾ رک محقق.
جڏهن تيندين نفي، اي يار، روزي،
تڏهن اثبات "اناالحق" چوندين زوري،
پلا "بيڪس"، سچ هي حال سارو،
فنا ٿيءُ، پوءِ سارج نينهن نعرو.
تون چئہ "همہ اوست"، جملہ يار موجود،
يقيناً پس جو مشتاق آهہ مقصود.
ناهہ موجود ٻيو ڪوئي، مگر يار،
پاڻ ئي عاشق ٿئي ٿو، پاڻ دلدار.
ڪٿي ڪافر سڏائي ٿيئہ برهمان،
ڪٿي مسلم پڙهي ٿو ياد قرآن.
چيو پير مغان مون کي هي اسرار،
جو جملہ اوست، اي طالب، خبردار.
نہ آ ڪا چيز وحدت عشق جهڙي،
نہ آ ڪا واٽ وحدت سهل اهڙي.
حديثي را مکن اطوال "بيڪس"،
بيان ڪن حال خود را، نالہ ڪن، بس.

بتاريخ، چهار وبست رجب،
به سيوستان نشسته بود مغرب.
دوازده نهم نود چهارم بلاشڪ،
بنُد آن وقت شه لاريب و لاشڪ.
چوان تعريف شهباز و قلندر،
حسيني مير مروندي قلندر.
نه هو بانهو مگر مولي قلندر،
ولي عثمان قطب الدين قلندر.
ظاهر باطن آهي سلطان قلندر،
به سرتاج الاهي شه قلندر.
شهي ملڪ، مڪان وا لامڪاني،
صبر ڪن، زاهدا، رمز اين چه داني.
بچشمان يقين بنگر قلندر،
قلندر نيست، الاهيت قلندر.
ڪوئي طالب سوالي جو اچي تو،
بمطلب خويش خوش گشته، وڃي تو.
آهي سلطان ملڪ جاوداني،
جنهين جي عرش ڪرسي ۾ نشاني.
قلندر آ سچو سرور قلندر،
قلندر ملڪ سلطاني قلندر.
قلندر شاه شهباز است مخدوم،
ڪند هستي ز طالبان معدوم.
قلندر سرور اوتار و ابدال،
قلندر پير پيران شاه افضال.
آهي محي الدين سبحان بيشڪ،
نه آ تنهن ۾ فرق لاريب لاشڪ.
آهي مرقد سندن روشن ۾ سيوڻ،
مثل شاهِ نجف جي آهي سيوڻ.
ولادت گاه، آهي سندن مروند،
ناهي ٻيو اهڙو ڪوئي شهر فرخند.
جڏهن منجهه شهر سيوڻ جي قدم پيو،
پوءِ آيو آئي درويش هرڪو.

هو مڪڙو غوث، لالي شاهه اعظم،
منڪو هڪ جام جنهن ۾ ڪير سالم.

پيالي ڪير جي ۾ پشو مڪڙو،
وجهي منجهه جام جي ان موڪليو هو.

جوابائين شاهه شهباز ڏي تان،
'امان هون ڪير، تون پشو، ميان!'

قلندر شاهه حضرت موڪليو گل،
ڪري داخل انهي ۾ موڪليو ڦل.

'اوهان ڪئل ڪير آهيو، مان گل،
ائين ترندس جئن منجهه ڪير جي ڦل،

'اوهان جو ڪوسلامي ڪونه ڏيندو،
سارو عالم پيادو سوار ايندو،

سڙي ايندو خجالت ۾ اوان پير،
جو ختمو ڪونه بخشيندو ۾ ست سير.'

قدم بردار ٿيو پوءِ شاهه پنج گنج،
بطرف شاهه محمود شڪر گنج.

۾ ڪوهستان تڪ نعرو هنيائون،
سنهن دوران ٻگورستان ستيائون.

---

## ١. ڪافي روپ آسا

پالين تو ننگ نماڻن،
مرشد مٺا تون مولا!

بيڪار، ڪم جا ناهيون،
مولا ميٽ تون مدايون،
بدڪار ٿا ڪمايون،
ڪر معاف جهڪا جهولا.

ديوانہ درد ڪيامي (١)،
”موتوا قبل“ جيئامي (٢)،
بيخوديءَ ڪون ٿيامي،
لاهين اکين جا اولا.

توريءَ آهيون بيگانا،
هرجا ڦرون حيرانا،
ديدار لئہ ديوانا،
ڪٽ غير جا تون پولا.

داتار تون دلاور،
بخشين برهہ بهادر،
آذار هي گداگر (٣)،
پنهنجي ڪرماجا ڪي تولا (٤).

تون پير دستگير (٥) منهنجو،
پيو در تڪيون نہ ڪنهن جو،
مان ”بيڪس“ فقير (٦) تنهنجو،
گولن سندا هون گولا.

## ٢. ڪافي روپ آسا

چاڪون رمي و ٿين راٺا (٧)،
ڪڏهن پرچندين پيارا!

احوال ما ببين تو،
گاهي شوي قرين تو،
چين در جبين چنين تو،
دل جا سڄڻ (٨) سونهارا.

فرياد آهہ زاري،
دلڙي ٿي آ ويچاري،
تنهنجي فراق ماري،
وري چو ڪيئہ وسارا.

با ديگران نشستي،
پيمانہ خود شڪستي،
دست از يتيم شستي،
ديدار دہ خدا را.

---

(١) پير مغان تون ساقي، ڪر جام پياريو باقي، (ب) (٢) ٿئي صاف دل جي طاقي، لاهيو اکين جا اولا، (ب). (٣) دستگير تون دلاور، آذار تو گداگر، (ب). (٤) بخشيش ڪر بهادر، برهہ جا ڪي تولا، (ب). (٥) دستگير پير (الف). (٦) ويچارو (١-س)، يتيم (ب). (٧) راٺول (ڪ). (٨) سڄڻ (پ).

كردي عطا فراقم،
فرسودهٔ هلاكم،
شب روز سينه چاكم،
گاهي نما نظارا.

ڳالهيون تنهنجون ٿيون ڳارن،
عينون ٿيون آب هارن،
دلڙيءَ مُٺيءَ كي مارن،
وه وه ورهه كيا وارا.

مخمور دل نماڻي،
اي دل تون ٿي سياڻي،
ٻيوس(١) وتان ويڳاڻي،
كر كوڙ كون كنارا.

دل بيقرار مسكين،
غيرت كيو آه غمگين،
"بيكس"شده ٻئي(٢)تسكين،
گاهي ٻيين تدو مارا.

## ٣. كافي روپ كنيات

كڏهن راضي ٿي ملندين، راڻا!

كاككوماڻي(٣)، ويل وهاڻي،
جاكون راڻا تون رمي وئين،
پيننگ ٿيا سڀ پاڻا...
سختيون سور سماڻا(٤)...

خيالُ خاطر كي ٻيو كو ناهي،
هيئڻ وسارڻ ناهي لائق،
چاڙهيون توكي چاڻا(٥)...
سوڍل يار سياڻا...

توريءَ كنهن سان كندي(٦) جاني،
"بيكس"چاهي تنهنجي در تي،(٨)
مُٺي(٧) سومل ماڻا...
وتن ولڻيءَ وكاڻا...

## ٤. كافي روپ جهنگلو

نينهن وارن جي نشاني، جي هوندا سورهيه سچا،
سر ڏين، سوريءَ چڙهن، هي آه مشتاقن مدعا.

سك وارا جي، سوز آتش ۾ پيا ڏيئي ٽپا،
خارجي خنزير ملان(٩)، جي مرون كاڻي متا.

حال ۾ حلاج جي آهن، آهي كوڙا كچا،
دين دنيا دور ۾، آهن پيائيءَ جا پچا.

---

(١) در در (ك). (٢) ٻي (س-ب). (٣) كُماڻي (١-س). (٤) ساماڻا (پ). (٥) توكي، جاڻيون چاڻا (پ-ك-س). (٦) كندس (١-پ). (٧) موٽي (پ). (٨) در تنهنجي تي (س). (٩) خارجي خارج ٿيا، جي مرون كاڻي متا (ب).

شوق جي شمشير سان، لاشڪ سيئي ت شهيد ٿيا،
برهه جي بازار ۾ جن، سر ڏيئي سودا ڪيا.
جان جسد قربان ڪئي، پيشڪانهن(١)محبوب تان،
"بيڪس"خادم ٿيو تنين جو، جي دين مذهب کون(٢)ڇٽا.

٥٥٥٥٥

رديف ت

## ٥. ڪافي روپ پورب

چنڊون چوڏينهن رات، مليس مارونڙن کي.

درد سپيئي دور ٿيا، واڻي وصل جي وات...
محبت مچ مچايو، عشق عجب اوقات...
"بيڪس"، 'بيدل' سان مليو، پڙهه ڦٽي پريات...

## ٦. ڪافي روپ سارنگ

سارنگ سير ڪرڻ لئه آيو، برهه(٣) آڻي برسات.
ڪوڪ نه سگهدا، جنهن سر آوندا، عشق والا اوقات...
دم دم ڪڻهندا ساڻون يارو، نينان والا ڪات...
"بيڪس"عام ڪون ٿي اولي ۾(٤)، رورو ڏينهان رات...

٥٥٥٥٥

رديف ر

## ٧. ڪافي روپ پورب

بيٺا منجهه(٥) بازار، لاهوتي مون لکيا.

ابرين پراڻا ڪرڪنا، زرد سندن رخسار،
ڪنهن نه آنهان کون(٦)لکيا، ساري منجهه سينسار.
بيٺا ها بازار ۾، درسن ڪن ديدار،
سامن کي سهيون ڪري، طالب ڪو تڪرار.

(١) انهيء (س-ح). (٢) ڪان (ح). (٣) بوند (ع-ح). (٤) اولي م ٿي (س-ح).
(٥) بيٺا ها منجهه (س). (٦) ڪنهن نه لوڪون (الف).

ڏسي هن نڌر کي، ڪيائون تند تنوار،
ڇني شال ڇاهه سان، ٻرين جي ٻهزار.
ٻخشائون "ٻيڪس" کي، عشق وارو آزار،
سنائين سڌاريو، ڪريان شڪر هزار.

## ٨. ڪافي روپ ڪلياڻ

جاني جلويدار، ماهي منصبدار، آيا سڄڻ آيا آيا.

ويراني جاه اصل کون هٽئي، سو ٿيو(١) باغ ٻهار...
واه حسن جون فوجان چڙهيون، شوق وارا ٿيا شڪار...
"ٻيڪس" برهه جي واه ٻلائي، سر ٿيو(٢) ڏڌ ڪون ڏار...

## ٩. ڪافي روپ پورب

خونيءَ جون خمدار زلفان، زور وڙهن ٿيون.

صاحب صوبا جي هٿا(٣)، ٻيرت ڪيا ٻيمار –
اصل اچن عشق ۾ سورهيه ڪي سردار.
هٽن ناوڪ نينهن جا، ڪٽهن سندن ڪار –
ٻخشن عشاقن کي عشق سندو آزار.
"ٻيڪس" ٻخشي برهه ٿو، سورن جو سينگار(٤) –
درد آهين رخ زرد ڪيا، طالب جي تڪرار.

## ١٠. ڪافي روپ آسا

دلربا دلدار يار، ڏس ويچاريءَ ڏي وري.

يار يڪدل ٿيءُ نه ياڪي، خيمو تنهنجو آهي خاڪي،
عشق جا اسرار يار.
تون منهنجو دلدار جاني، تنهنجو يوسف نامه ثاني،
محبتي منٺار يار.
رهزنن رُليتن رقيبن، وچ وڌو قيصري فريبن،
ويڙهي ويچاريءَ کي وهار.
"ٻيڪس" تنهنجي در گداگر، جاني منهنجا وٽ ٿون هي سيرُ،
اي منهنجا غمخوار يار.

(١) سا ٿي (ج). (٢) سر ڪيائين (س). (٣) صوبي جا هٿاسي (س). (٤) جا ستڪار (ب).

## ١١. ڪافي روپ آسا

رازمحرم رمز نہ يار، آھ تہ پرچون پاڻ ۾.

حال واقف، يار همدم، هيج هميشہ همقدم،
دم نہ هڪڙو ٿي تون ڌار.

ڪيئن ڪيہ جاني(١) جدائي، مون سان چو ڪيہ بيوفائي،
نانءُ مولا جي نهار.

هيءَ رقيبن راهہ ماري، تن ۾ تنهنجي طلب طاري،
اکڙيون تنهنجون گل انار.

"بيڪس" بيوس چاڪري، جو تو لئہ دمدم ٿو مري،
تو تون صدقي وار وار.

## ١٢. ڪافي روپ پورب

سامي ۾ (٢) سنسار رات رمي ٿيا رام سان.

ڪيو سدائين ساميڙن، وحدت جو واپار...
"منخدايم" دمدم چيائون، عشق جو هي اسرار...
لهہ سنياسون سيکهہ ۾، 'بيدل' منهنجا پيار...
'بيدل' نانءُ الله جي، "بيڪس" جي لهہ(٣) سار...

## ١٣. ڪافي روپ پورب

ميني جو سردار، صاحب ميوهائي تون.

ميخاني محبت جو، ساقي تون سالار،
طالب تو ڙ پهچائئين، تون پنهنجا سڀ پيار.
هيت هت هادي آهين، آڙين جو آڌار،
اچي پيا جي آر ۾، سي پهچائئين پار.
جيءَ جسي ۽ جان ۾، طلب وڌائي تار،
ڪر احساني عشق جي، لهہ سڪاين سار.
"بيڪس" بيوس چاڪري، لڌي ويا غمخوار،
لڳي نوڪ ناز(٤) جي، اندر آرون پار.

---

(١) جالب (ب). (٢) چڙي (الف). (٣) لهہ ڪا (الف). (٤) ناوڪ نيڻن (ا–ب).

## ١٤. ڪافي روپ ڪلياڻ

عشق جهڙو (١) آزار، ڪو نه ڏٺوسي (٢) جڳ ۾!

دوا درمل ناهه تنهن جو، جيڪي برهه ڪيا بيمار...
ٻئي جهان ٻَن ڏنائون، هڪ دوست رَکيائون درڪار...
منصور جهڙا (٣) ڪيئي مردانا (٤)، سوريءَ تي ٿيا سوار...
"بيکس" برهون وچ ٻاڙ دي، روئي ـــــي زارون زار...

## ١٥. ڪافي روپ آسا

عشق وارو آزار، وه وه، بخش اسان کي!

پاڻ حبيب پاڻ طبيب، برهه ڪيو هت بيمار...
'بيدل' بيشڪ هادي آهي، عـــشـــاقـــن آڌار...
دنيا دين نه آهي گهرجي، درد هڪو درڪار (٥)...
ڪٿي 'بيدل' ڪٿي "بيکس"، ڪـــاني گرم بازار...

## ١٦. ڪافي روپ ڪلياڻ

قلندر ماڙ ڪر منهنجي، سگهو ٿي راهه ۾ رهبر.

شهي شهباز تون آهين، قلب منهنجي جي ڪٽ لاهين،
اهڙي طاقت ٻئي ڪنهن ناهي، تون آهين احمد سندو انور.
قلندر لال مروندي، ڪري ٿي عرض هيءَ بندي،
عشق جي بخش خورسندي، وحدت جي سمجهه ڏي، سرور.
قلندر شاهه سيوهاڻي، تون سيکجهه حال تو جاڻين (٦)،
پياريو پيرت جو پاڻي، تون آهين ساقي سندو ڪوثر،
آهيان آءٌ اصل ڪان (٧) جاهل، وحدت عشق جو سائل،
محبت سان ڪريو مائل، تون آهين مشڪلڪشا حيدر.
قادر تون، قلندر تون، تون مولا آهين، صفدر تون (٨)،
ڪريم هادي ٻي اڪبر تون، "بيکس" کي ڪر تون ٻهري ور.

---

(١) وارو (ح). (٢) سون (غ). (٣) جيهي (غ-ح). (٤) پروانا (ب). (٥) هيڪر آهه درڪار (س). (٦) تون سيکنهن حال ٿي ساٽي (س-ر-ح). (٧) کون (س-ر-ح)، (٨) تون قادر تي قلندر تون، مولا آهين صفدر تون (س-ر).

## ١٧. ڪافي روپ پورب

ڪر نہ جدائي يارَ، گهوريو وڇوڙي، ور تون.

دريام، درد جو دل ۾، وهي تارون تار(١)،
ڪر نہ مون سان (٢) مامرو، صورت جا سينگار.
ميثا، ماڻا چا ڪجن، مٺڻ جا (٣) سنڌار،
دم پرڻي دنيا ۾، گذ ني يار گذار.
هيت همت هنج هينئين ۾، دم نہ هيڪو ني (٤) ذار،
”بيڪس“ عشق اندير ڪيا، غازي غمزيدار.

## ١٨. ڪافي روپ ڪوهياري

مدد ڪر ميهار، ڪر ميهار، ور، تڙهو ڪٿي آ نار ۾ (٥).

راتيون ڏينهان روح ۾، تنهنجي تانگهہ، تنوار، تانگهہ، تنوار...
دلڙي ني دانهون ڪري، تنهن جي سٺ ڪنوڪار، سٺ ڪوڪار...
”بيدل“ سندي در تي، ”بيڪس“ پيو پاڪار، پيو پاڪار...

## ١٩. ڪافي روپ ڪلياڻ

مون ۾ ني عيب آپار، چائيون (٦) سڄڻ چائين.

آ اوهان جي اصل ڪون آهيان، آءٌ هادي هڪوار...
ندر نمائي عيبن هائي، تو ۾ طمعدار...
”بيڪس“ بيوس ڪي آهي اصل ڪون، سڄڻ تنهنجي تار...

٥٥٥٥٥

ردیف ز

## ٢٠. ڪافي روپ بروه

يار سڄڻ جو ڪم اهوئي، ڪائي ناز نياز.

ڪائي ملان منڪر موذي، ڪائي رندي راز...
ڪائي ماري، ڪائي ڦاهي، ڪائي ٿيو شهباز...

(١) وهي يار تارون تار (پ). (٢) مٺڻ سان (س-ر-ب). (٣) سان (ڪ-س-ر-ب).
(٤) ٿيو (غ-ڪ). (٥) تون (پ). (٦) چائو (غ).

ڪاڻي عاشق ٻيرا ٻيرا، ڪاڻي تيراندازُ...
'بيدل' ڪئي تلقين اهائي، "بيڪس" کي بعدمجاز(۱)...

○○❁○○

رديف س

## ۲۱. ڪافي روپ ڌناسري

ڪڏهن پونده قياس، سڄڻا، محبت ني ماري(۲)!

دل نمائي وتي ويڳائي، تنهنجي پرت پياس، سڄڻا!
عقل علم، دين مذهب(۳)، نينهن ڪيو س(۴)ناس، سڄڻا!
اٿيندي ويهندي، ظاهر باطن، طلب رکي آهي تاس، سڄڻا!
"بيڪس" بيوس جو وس ناهي، ڪيو عشق اداس، سڄڻا!

○○❁○○

رديف ل

## ۲۲. ڪافي روپ ڪوهياري

گرو ٻنسُ گرنار ۽، هڻ هڻ، منهنجو حال، هيٺو حال!

خوديءَ مون کي خراب ڪيو، آهتر ٿيو احوال، ٿيو احوال...
هادي، هتون پانهنجي، ڏي ڪو ڪيف ڪلال، ڪيف ڪلال(۵)...
ڪر احساني عشق جي، ٻي سڀ ڪي مقال، ڪي مقال...
حرف هڪو هم اوست جو، ٻيا سڀ خام خيال، خام خيال...
'بيدل'، نانءَ الله جي، منهنجو بخش وصال، بخش وصال...
رهبر ٿي(۶) تون راهه ۾، "بيڪس"، ڪي ٻرحال، تون ٻرحال...

---

(۱) بيڪس بعد مجاز (ڪ). (۲) محبت ڪيس موکي (ڪ-ح). (۳) مذاهب (ڪ-ح). (۴) سڀ (ڪ-ح-ب). (۵) مون کي ڪيو حلال، ڪيو حلال (ب). (۶) ٿيو اچي (ڪ-ح).

## ٢٣. ڪافي روپ ڌناسري

معلوم ٿئي سڀ حال، ماهي!

هڪواري تون آءُ اسان ڏي، ڏيک اسان ڏا حال (١)...
طالب سير تنهنجي جو آهيان، نه ٿو گهرجي مال...
"بيڪس" جيڪا ٿي بات برهه جي، ڪر نه ٻئي ڪي ڳال (٢)...

## ٢٤. ڪافي روپ جهنگلو

موج مستيءَ ۾ سدا نيو، سالڪن ڪي سک سبيل.
الٿي پهر اللهه ۾ گم ٿيا، اهي عاشق عليل...
دمزنيءَ جي جاءِ ناهي، ڇا ڪندا هيت جبرئيل...
ڪيئي ڇڏي وچ راهه ۾ ويا، اوري اوري عزرائيل...
ڇا وڃي سگهندا ساڳ تنهين ۾ ميڪائيل...
ٻئي ڪنهين جي جاءِ ناهي، ڪيئي جلي ويا هيت خليل...
سمجهه سالڪ سوز ڪي، ڪي دونيءَ جا سڀ دليل...
رهه سدا سک سوز ۾، "بيڪس" جسم ڪون ٿي رحيل...

## ٢٥. ڪافي روپ پورب

هاديءَ کي منهنجو حال، معلوم آهي مڙ ٻوٺي.

ڏيندو درد فراق سون، عشق سندو احوال...
سُرڪو سوز گداز جو، پلو ڪندو پال...
"بيڪس" تنهنجو بيدلؔ سان، ٿيندو شال وصال...

## ٢٦. ڪافي روپ ڪنيات

مهڙا (٣) ٿيڙم حال، سرتيون، سانگين ريءَ.

مالدي مارن ريءَ مران ٿي، هوخوش وسن پنهنجي (٤) خيال...
جيڻري جدا (٥) ڪئي مارو ٿڙن، هي ابائن حال (٦)...

---

(١) ڏيک ساڏا احوال (ڪ-ح-ب). (٢) ٻئي کي ڪر نه ڳال (ب-ح-ب).
(٣) هيڙا (ا-م). (٤) خود (ل-ح). (٥) جدائي (ح). (٦) احوال (ل).

سترها (١) سانگي وطن وس نا، ڪاني لڏائون سنبال...
"بيڪس" وبرهيچن وساريو، ساعت پاٻان مال...

ooooo

رديف م

## ٢٧. ڪافي روپ پهاڙي

پير مغان مشهور آ 'بيدل'، سدا دائم مدام،
صاف صافين سالڪن ۾ عارف هادي مدام.

عشقبازن جي جماعت ۾ سدا هو پيشوا،
معرفت جي موج ۾ ڏس متي متو مهراڻ عام.
وجد وحدت جو مدامي شاهه کي خمار هو،
شهه موحد حسن جو، هر رنگ هرجا ازدهام.
"ارجمي" جو سڏ ٿيو، سلطان کي ذوالقعد ۾،
سورهين تاريخ هئي، ڪئي رحلت ازاشباهه شام.
سال ٻارهن سو اٺانوي جڏهن آيو صفا،
ڪيائون رحلت جڳت مان، ويا متي لاهوت ٻام.
توڪري "بيڪس" گدائي در تنهن جي عشق جي،
دائما ديدار لاءِ تو سڪي "بيڪس" غلام.

## ٢٨. ڪافي روپ پورب

عشق انسان جو امام، دين ڪفر سان چاهي!

فرقت جان فنا ڪئي، من اندر ماتام...
شهنشاهه ٻان هيس آءٌ، غمزي ڪيس غلام...
طالب جي تحقيق آهه، ڪئي (٢) گروهه ذي گام...
"بيڪس 'بيدل' کون لڌي، صحبت (٣) واري سام...

ooooo

(١) سک (س). (٢) ڪڻ (س). ته ٻر (ب). (٣) محبت (ا-م-ب).

## ٢٩. ڪافي روپ جوڳ

ٻرهه ٻلي تون آئين، تنهنجا پنڌ ٻچايان.

منصور جيهڙا (١) ڪيئي ماريئه،
صوفي صاحب ڪي نيزي چاڙهيئه،
مرحبا عشقَ آئين، سوليءَ ساهه سنڀائيان.

ڪل صنعان جي جٺيان پائيوَ،
شيخ عطار جو سيس ڪٽائيوَ،
اهو ساڳيو تون آهين، تنهنجو طالب آهيان.

سرمدان جي يار سلامت جو،
شيخ ٻلاول (٢) تي ٻوجهو (٣) تهمت جو،
رنگ ۾ يار سمائين، ٻيرنگي ڇه آهيان.

ڪر مقبول سي سر "بيڪس" جو،
شاهه منصور جيان هن بيوس جو،
عقل ايمان آلائين، اناالحق آلائيان.

## ٣٠. ڪافي روپ سورٺ

پاڻ (٤) ڏاڍن سان لنوَ نه لائجي، چنچل جيءَ ڦاسايو (٥) مون.

سڌ نه هئيڙي ڪا سورن جي، عشق عجيب (٦) آڻايو (٧) مون...
آءٌ اياڻي نيئنهن نه ڄاڻان، سورن ساڻ سمايو مون...
"بيڪس" سان مل مڙا اڄ تون، ڏاڍو طلب تپايو مون...

## ٣١. ڪافي روپ گجري

جاني اوهان لئه تي گوندر گذاريان،
اوهان کي سدائي تي ساريان سنڀاريان.

جگر جوش (٨) تنهنجي جاني جلايو،
ڪو پيالو وصل جو پرتون پلايو،
سوا يار تنهنجي ڏکيون گهڙيون گهاريان.

(١) جهڙا (ل). (٢) ٻلال (ل). (٣) ٻوجو (س). (٤) پاڻون (ب-س-ح). (٥) ڦسايو (ب). (٦) عجب (ب). (٧) سر آيو (ڪ-س). (٨) جان (ا-م).

جان منهنجي دل کي جدائي جڪائي(١)،
ڪريو ڪا ورڻ جي سيڪها يار واني،
توکي هردم سنڀاريان، نه ڪنهن دم وساريان.
وري وطن منهنجي سيڪها واڪ واريو،
منهنجي دل منهنجيءَ کي اڄ جاني جيئاريو،
دمدم ڏکن جا هي ڏونگر ني ڏاريان.
هي حال ڏس تون(٢) منهنجو، يار جاني،
منهنجا قول پاڙج تون، دلدار جاني،
اڄو نه، ته، اڄل کي ساه تي سهاريان(٣).
تنهنجو سوز سڪ هي سدائي نو ساڙي،
تنهنجو درد "بيڪس" کي هردم تو ڪاري،
توهان ڪاڻ ملهل(٤) هٿ تي ٻڪاريان.

## ٣٢. ڪافي روپ ڌناسري

جلي ني هيءَ جان، جيڏيون، سڄڻ کي ڪو سمجهائي!
دردن منهنجي دل ۾، پارو، غم ڪيو گهمسان...
ڪاڻ سورن جي آڄو(٥) ڇائي، جوش ڪيو(٦) جولان...
ڏاج ڏنو هو مادر مون کي، سورن جو سامان...
"بيڪس" دي سر حسن دي حلقي، برهه ڪيو باران...

## ٣٣. ڪافي روپ گجري

خوني خماري چشمان چٽين ٿيون،
ڏس ساڻ عاشق ڪيئي ڪٺهن(٧) ٿيون.
اهي نازپروورديون(٨) نازڪ نمائيون،
عاشق ڪٺهن لئه، ته، شايد ساماڻيون،
تڪا تير مژگن جا بيشڪ هڻن ٿيون.
ڏاڍي ناز واريون، نيڻهن نا نپائن،
جيئو مون کي مرشد، اصل بي وفا هين،
زوران زور زوري واتوريون وڙهن ٿيون.

---

(١) جلائي (ل). (٢) هي حال ڏکن جو منهنجو، يار جاني (ا-م). (٣) سنڀاريان (ا-م). (٤) توهان ڪاڻ بلبل هيتي تي ٻڪاريان (ڪ-ب). (٥) جا (ا-ب-ڪ-س-ب). (٦) ڪنون (ڪ). (٧) ڪٺن (و-غ). (٨) پرور (ح).

تکا تير مڙگن جا ابرو ڪماني،
سهر سينو منهنجو آ، هڻ هڻ تون جاني،
اهي لاز واريون ڪڏهن نا مڙن ٿيون.
آهي ڪرن سودو سدائي ٿيون سرَ جو،
ڏسي طالبو تنوُ(١) ڪڏهن ڪين سڙجو(٢)،
"بيکس" سان ٻاز ۾ امالڪ آڙن ٿيون.

## ٣٤. ڪافي روپ سارنگ

ڏکيا گذاريم ڏينهن، سوا سانگين جي.

عشق جي دهشت عالي(٣) آهي، شوخ سوي جيئن شينهن...
حسن هزاري، گل گلزاري، حب وارن کي نينهن(٤)...
برهه بهاري ٿي چوڌاري، محبت وڌا مينهن...
"بيکس" بيوس ٿيو ٻاز ۾، اوکو نباهڻ لينهن...

## ٣٥. ڪافي روپ قصوري

ڏکي جاني! تون سوين جاما، ڪرين(٥) هٿل هنگامان.

دردمندن جي دل ۾، دلبر وجهن درد دمامان...
دلربا، ڏس ڏيان ڏري تون، آتش عشق جي ڳامان...
الا عشق تنهنجي جي ٻاريا، سي ڪڏهن ڪين اُجهاميان(٦)...
"بيکس" حاصل ڪيون ٻاز ۾، محبت واريون ساسان...

## ٣٦. ڪافي روپ بروو

ساجنُ سائين، سير ڪرڻ لئه، ٿي آيو انسان.

ڪاٿي ڪافر، گبر، يهودي، ڪاٿي مسلمان...
ڪاٿي مذهب جو مونجهارو، ڪاٿي بي‌ايمان...
ڪاٿي "بيکس" طالب ٿئي ٿو، 'بيدل' پيرمغان...

---

(١) توهان (س-ر). (٢) ڦر جو (ا-م-غ). (٣) آتش آهي عالي (ح). (٤) هيئن (س-ر-ح-ب). (٥) ڪيڻ (ڪ). ڪيڻ ڪيڻ (ب). (٦) اُجهامان (ح).

## ٣٧. ڪافي روپ گجري

سرتاج صوفين سڀن جو تون آهين،
مدامي مريدن جو حافظ تون آهين.

رندي رمز تنهنجي مٿي عرش ظاهر،
تنهنجو نُور نروار ملڪوت ماهر(١)،
ساغر صفا جو ڪو پيرتون پلائين.

تون جبروت لاهوت جو آهين رهبر،
تون ياهوت هاهوت جو آهين سنگر،
تون سلطان بيرنگ، رنگن (٢) ۾ سمائين.

تون معبود، مقصود، موجود هرجا،
تون مَلڪن منڊو آهين مسجود، مولا،
تون سرور سچو، صاحب عشق آهين.

تون سبحاني محبت منڊو آهين ساقي،
هي مشتاق ”بيڪس“ در جو ميثاقي(٣)،
وحدت وارو رستو اسان کي ٻڌائين.

## ٣٨. ڪافي روپ قصوري

عجب رمزان تون يار لائين- لائين برهه ڀچائين.
ليئو لالن تون جڏهن پائين، جبل طور جلائين...
مَلڪ، حوران پربون(٤) حيرت ۾، سچو سائين سيبائين(٥)...
قاضي رام رام ڪرن ٿا، مُلان نينهون(٦) نچائين...
وري ظاهر ٿي بازر ۾، ”بيڪس“ نام سڏائين...

## ٣٩. ڪافي روپ ڪلياڻ

مجازي سام اوڪيي ٿيي، جڳسو جيءَ ٻانهنجون گهور بن،
ڏسبي تنوَ تابَ تيزابون، مثان منهن يار ڪون(٧) موڙين.
ڏادي ٿيي(٨) عشق ۾ آتش، سچائي واٽ تون وڙبن،
ميا محبوبَ دل پاهن، تنهين جي جاء چيتون(٩) جوڙين.

---

(١) ظاهر (الف). (٢) رنگين (ع)؛ رنگ ۾ (ڪ-ب-ح). (٣) شياقي (ب).
(٤) پيون (ح). (٥) پربون ديو ڦاسائين (ح). (٦) نينهن (ح). (٧) ڏنهن
(ب-ع-غ-ا-ڪ). (٨) اٿي (ح). (٩) جند (ا-ڪ)؛ جيءُ (ل-ب-ح).

خوشيءَ (۱) مون خيال وحدت سان، دوئيءَ جو ٽڪو توڙين (۲)،
دليون دلبر جي صورت سان، سڀو وحدت سندو سورين.
خوديءَ کون خيال پنهنجي جا، ڀري خيما وڃي ڪوڙين،
"بيڪس" 'بيدل' توسان آهي، اندر ۾ عشق سان اورين.

## ۴۰. ڪافي روپ سورٺ

منهن نه ڏسان ها مول نه (۳) تنهنجو،
ڀر ڇاتي جي ني ڇاتو مون (۴).
ڪوڙ ڪمائي هو جڏهن دل ۾،
لالن ليڙو جو پاتو مون.
درد ڏمالون ڪيون دل اندر،
نازڪ سان لڳو ناتو مون.
عشق آرانپا ڪيتا اندر،
ڏاڍي سان سن ڦاتو مون.
"بيڪس"، قسمت منجهه قلم جي،
سُر سورن جو ڳاتو مون.

5056

## ۴۱. ڪافي روپ پهاڙي

ناهه ميار مٺا ڪا اوهان تي، بخت پنهنجي ڏنهن تي پانيان (۵).
سورهيه ڪيئي وتن (۶) سلهاڙيا، ناز اکيان (۷) آءٌ ناهيان...
دمدم دلڙي ني ديواني، ڪنهن کون توکي چوايان...
ڦٽ (۸) فراقي چاڪ چيکن ٿا، ڪنهن کي حال ٻڌايان...
"بيڪس" جيئي دم جو جڻندس، ڳڻ اوهان جا ڳايان...

## ۴۲. ڪافي روپ ڪلياڻ

يار سڄڻ تنهنجون ڳالهيون، وري ياد پيون پيون.
ڪڏان اسان سان ڳڏ ني گذاريون، ڪڏهن وڇون وڏ و ڏاڍيون (۹)،
توڙي ورهيه ٿيا ته به نيون نيون.

---

(۱) خوديه (ح). (۲) تکو تورين (غ). (۳) موٽي (ڪ-ل). (۴) ۾ ڇاڻ جي هي ڇاتو مون (ل-ح). (۵) 'ڪمتر' واري نسخي ۾ تله آهي: "بخت پنهنجي ڏنهن ني پانيان، ناهه ميٺا ڪا ميار اوهان تي." (۶) وطن (ح). (۷) اکيون (ڪ-ح). (۸) ڦٽڙا (ح). (۹) واريون، واڍيون، وايون (ل)؛ واڍيون (غ)؛ واڍيون (ب).

اڄي اچانڪ دلڙيءَ (١) اندر، ٻاهيون ٻرهه، جون ٻاليون،
سي تہ وسري ڪين ويون ويون.

"بيڪس" ٻيوس وٽ آهه الله لڳ عجب جو هيون (٢) تنهنجون چاليون،
توڙي ڏنگيون تہ ٻہ سٽيون سٽيون (٣).

## ٤٣. ڪافي روپ جهنگلو

يا شاهہ 'بيدل' ٻرهہ جون ٻهيران،
سين سالڪن جو تون آن پير پيران.

سدائي سنپاليان (٤)، تہ ڪنهن دم وساريان،
سند و سر هميشہ، تو ڪي ٿي سهاريان،
الله لڳ عطائي، ڪريو مهر ميران.

تدوري نهايت، ڪئي آ نپاڳي،
تون هادي هٿون ڏي، هميشہ سپاڳي،
انهيءَ چاهہ ظلمت، ڪيئي ئيا اسيران.

"بيڪس" ٻيوس، پر تيون پڪاري،
تون قادر قلندر، تنهنجي طلب تاري،
ڪهيل ڪوهہ سون ڪي، لڳا تير تيران.

## ٤٤. ڪافي روپ جهنگلو

وه وه سڄڻ تنهنجون اکيون، جاتي لڳيون، تاتي ٽڪيون!

زلف آهہ زنجير تنهنجو، دام واسطي عاشقن،
خال جي دائي خوشيءَ سون تاڪ ڪن ڏاڍيون تتيون.

وس نہ ڪوئي آهہ ويچاريءَ جو، جا ڦاٿي دام ۾،
کهٿور گهائڻ ڪون تکيون آهي سوز سون شايد سکيون.

ڪربلا ۾ قتل ٿيو، ڏس عشق جو اسرار آهہ،
"بيڪس" بندو ٻرهہ جو رکيو سڄڻ ڏاڍيون لکيون.

००८००

---

(١) دلڊي (س). (٢) جيهون-جهڙيون (ل-ب-س). (٣) توڙي ڏکيون تہ ٻہ سکيون سکيون (ل). (٤) سنپاريان (ح).

## ٤٥. ڪافي روپ سورٺ

اُڃائڻ سان يار جادوگر، ڏاڍي انو ڙي لائين تو.
وس نہ آهي، بيوس آهيان (٢)، تن سن منجهہ تپائين تو...
ڏوڙڪن جي سَن منهنجي ڪي، سورن سان تون ساهين تو...
لنو ڙي لائي بيوس ڪري، پانهنجو پاڻ ڇپائين تو...
دوست دلاسا ڏئين تو اول، پوءِ ڪڏهين ڪين آلائين تو...
محبت ماريو مسڪينن ڪي، "بيڪس" برهہ بچائين تو...

## ٤٦. ڪافي روپ ڪلياڻ

بنائي ساز صورت جو، ڪهڙا تون لڪ لڪائين (٢) تو.

| | |
|---|---|
| آئين آدم رکي نالو، | ڪيئہ ڪيڏو تہ ڪشالو، |
| ڪري چشمن سندو چالو، | عاشق معشوق ٿاهين تو. |
| "احد" ۾ "ميم" ٿيو مقرر، | پنهنجو تون پاڻ ٿئين دلبر، |
| ڪري هنَل ٿئين وري حيدر، | عجب سورهيہ سڏائين تو. |
| وري جاني ڍڪي جامون، | ڪيوءِ ڪو هنَل هنگامون، |
| وڇائي درد دامون، | پنهنجا پيارا ڪنهائين تو(٣). |
| صوفي منصور ڪئي ساري، | سوريءَ نيزي تي همواري، |
| ڀلا سرمد تي عطاري، | پنهنجن جا سر وڍائين تو. |
| روهڙيءَ ۾ رنگ ڪري رَلمل، | چائي سرَ بار، ٿين "بيدل"، |
| حسن بازر ڪرين (٤) حاصل، | هائي "بيڪس" سڏائين تو. |

## ٤٧. ڪافي روپ پهاڙي

رمز رنديءَ جو(٥) عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو،
نالي "بيدل" بادشاهہ، بيشڪ اهو(٦) شهباز هو.
موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سر افزا(٧) هو،
حلاج جي حالت ۾ هردم من خدا ممتاز هو.

---

(١) بڪيان (ڪ-س-ح). (٢) چپ چپائين (ل). (٣) پنهنجن جا ڪنڌ ڪپائين تو (ح).
(٤) ڪري (ح). (٥) جي (پ-س). (٦) هي لفظ هن اسخي "پ" ۾ ڪونهي.
(٧) سرفراز (پ).

پير مغان جي پيش هڪ حقيقت مجاز هو،
هم اوست واري حال ۾ محمود سوئي اياز هو.

درد واري دين ۾ هو وير وحدت باز هو،
عشق جي اوتار(١) سان دلدار دست دراز هو.

هن تماشيگاه ۾ انهڻ جي آواز هو(٢)،
مرضيءَ موجب پانهنجي سر صفاتي ساز هو.

سال ٻارهن سؤ اٺانوي ۾ سوز گداز هو،
سورهين ذوالقعد جي هاديءَ سند و پرواز هو.

"بيدل" مرشد منهنجو، سائين غريبنواز هو،
"بيکس" خادم دَرَ جي ڪي(٣) عشق جو آغاز هو.

## ٤٨. ڪافي روپ سورٺ

مون سان جاني! جادو لايو تو، دام زلف ۾ قاسايو(٤) تو.

آءُ ايائي، نينهن نه ڄاڻان، محبت مون کي مارايو تو...
عشق دي آهن ڪيتا آرانيا(٥)، محبت سچ سچايو تو...
ٻاٺون(٦) ڏاڍن سان پريت نه ٿهندي، ناحق ٻاند آڙايو تو...
سچ الايئوَ(٧) يار ٻين سان، مون سان ڪوڙ ڪمايو تو...
يارَ جادوگر، "بيکس" سان، هئي، وه جو نينهن نڀايو تو...

oo8oo

ردیف م

## ٤٩. ڪافي روپ آسا

آهيان ٻاڻ اللهه، عشقون تو عيد سڏايان،

هيڙي ٻانهون ٻانهن(٨) جو(٩)، هت هوس(١٠) شاهنشاهم...
هيڙي مالو ماٺ وهان تو، هت دهشت جو دريام...
"الانسان سري و آنا سره"، عشاقن آگاهم(١١)...
"بيکس" رکتون دل ۾ بلڪل، وحدت جو ويسام...

---

(١) اوتار (پ-ڪ-س). (٢) هن تماشاگاه جو هو انحدي آواز هو (ب). (٣) جنين کي (پ). (٤) ڦسايو (پ). (٥) آرنيا (پ). (٦) ٻاڻ (الف). (٧) آلاوين (س-ر-ح). (٨) مالهن (پ)؛ ٻانهنجو (ب). (٩) جيان (ڪ). (١٠) هيس (ڪ-س-ب). (١١) "وهُو معکم اين ما ڪنتم"، عاشقن آگاهم (ا-م).

## ٥٠. ڪافي روپ ڪنيات

سرتيون ڏسي ڪا صلاح، منهنجي مارو نڙن ۾.

نيڻ مارو پنهنجو ننگ نہ ڇڏيندا، توڙي هجان پدراہ...
عشق اسان جو رهبر ٿيندو، شل نہ ڪندو گمراہ...
مرشد سائين نــور الاهـي، آهي (١) وجہ الله...
"بيڪس"، 'بيدل' توسان ہلڪل، هادي هوندو همراہ...

## ٥١. ڪافي روپ ڪنيات

نت نهاريان راہ، اديون اباڻن جي.

ٻن عمر جا (٢) ٻاغ باغيچا، هت گلزار ٻون ڪيون گاهہ...
مارئي ماندي قسمت آندي، سانگي ساري ساهہ...
جيمري ويڙهيچن وساريو، جا وٺن سا واہ...
"بيڪس"، قسمت قلم وڇوڙيو، اهڙي ڪئي تہ الله...

ooooo

ردیف ي

## ٥٢. ڪافي روپ ڪنيات

اباڻن جي آکير، راتيون ڏينهن (٣) روئاڙي.

آءٌ هيت ماندي تن مارن ري (٤)، ڪينئو (٥) ٻيٺن هنو ڪير،
ساهہ سنگهار سنباري.
قسمت واري ڪوٽ سون ڪئي، عمر چام اسير،
ٻاراٺو تو ٻاري.
اباڻن جي آسري، سيان، لوئي نيڙم ليڙ،
پت پهنور (٦) جي ٻاڙي.
"بيڪس" وس ناهي ويڙهيچن جو، توڙي (٧) هئي تقدير،
ڪير لکئي کي ٽاري.

---

(١) هرجا (ا-م-ل)، هويا (ح). (٢) تنهنجا (ح). (٣) ڏينهان (ح). (٤) ڪليو (س-ح-ب). (٥) لٺ (ب). (٦) ڀهنوارن (ب-ح). (٧) توڙئون (ب-ح).

## ٥٣. ڪافي روپ ڪلياڻ

اچي ٿيي راهه ۾ رهبر، قلندر سرّ سبحاني.

تنهنجي وحدت سندو نعرو، لڳو افلاڪ ۾ سارو،
ڏيکاريو عشق جو چارو، تون آهين نُور نوراني.

تنهنجو تابع آهي لاهوت، تنهنجي امر ۾ باهوت،
تون آن مسندنشين هاهوت، ڪرايو سڌر صنعاني.

تنهنجي درگاهه آ عالي، تون آن وحدت سندو والي،
پيئاريو پرت جي پيالي، ته ٿيان مشتاق لاثاني.

جسم جنجال آ هستي، ڇڏايو، ڪا ڏيو مستي،
پيئاريو جام الستي، تون آن ساقي سين جاني(١).

”بيڪس“ بيشڪ (٧) آهو جاني، ڏکي آيو ٻوهي انساني،
سهي ڪج يار سيلاني، ڇڏي ڪفر آئون مسلماني.

## ٥٤. ڪافي روپ گجري

برهه بازاري(٣) عشق آزاري، هڪ بيقراري، ٻي خلق جي خواري.

مدد شال مون سان ٿر وارا ٿيندا، ڪيڏي قيد هين موُن شل نال نيندا،
ڪريان ٿي هميشه جنهين ڪاڻ زاري.

لاٿن نينهن آسان نيائن اوکو، درد عشق ۾(٤) آ جالڻ چوکو(٥)،
نيشن ناز وارن جي رمز نياري.

منهنجا پير مرشد شهنشاهه 'بيدل'، هي ”بيڪس“ ٻوس(٦) پر تو ٿي ٻلڪل،
عمر باجهون تنهنجي مون گوندر گذاري.

## ٥٥. ڪافي روپ ڏناسري

برهه ڪني باندي، ري سڄڻان.

رات ڏينهان آهي تات اوهان جي، دلڙي درماندي...
دمدم دلڙي ڪري(٧) پڪاري، هوت سان ٿيا هيڪاندي...
”بيڪس“ ٻوس بازر دي وچ، قسمت ڪنهن آندي...

---

(١) سندو ڪوثر (ح). (٢) ٻيوس (ب). (٣) ڏاڍو برهه باري (ڪ-س). (٤) جي ۾ (ڪ). (٥) اوکو (الف)؛ چوکو (س). (٦) نسخي ”الف“ ۾ لفظ ”ٻيوس“ ڪوهي نسخي ”ڪ“ ۾ ”مشتاق بيڪس“ لکيل آهي. (٧) ڪڙي (س-ب).

## ٥٦. ڪافي روپ ڪانرو

بيقدران نال ياري، ڳل ڪنهيندي نہ هووي.

درد وڇوڙي بار آنهين ڏي (١)، هوش نہ هڪواري...
درد منڊن جي دل تي، دلبر سائين، بار رکيو ڪو ڀاري...
ناهي سيار محبوبن تي، عشق اصل آ زاري (٢)...
پوڙي حقيقي لاشڪ هويا، "بيڪس" برهہ بازاري...

## ٥٧. ڪافي روپ بسونت

"بيڪس" سان بپرواهي، ناهہ مناسب، مٺڙا، توکي!

وبس بسونت ہہ ڏنو ڏيکاري، گھٽ گھٽ تنهنجي(٣)نين خماري، شان رکيو تو شاهي.
برهہ بسونت ڪليو چوڏاري، ڪاڻي دام، ڪاڻي ماري، مند عجائب آئي.
ويکو، سنئيان، يار پياوا، ظاهر باطن نور نيارا، شاهہ ڪريندا گدائي.
تخت هزاري دا شاهہ سيلاني، چاڪ سڏا ڪي آيا جاني، ڪيٿ بابل، ڪٿ مائي.
وبس سناڪي آيا اشائين، ڪاڻي 'بيدل' (٤) مرشد سائين، رکندا خيال خدائي.
"بيڪس" بيوس نينهن جو نعرو، هَمَہ تون وحدت ڪي ڪر وارو، عشق عجب هي الاهي.

## ٥٨. ڪافي روپ بروو

باروچل سان، ڙي جيڏيون، منهنجي ڳل ڪا رهي رهي.

جان جدائيءَ هيءَ (٥) جلائي، سور نتو ساهہ سهي سهي...
"مَن طَلَبَ شيئاً جَدَّ وَجَدَ"، ڳوليندڙ تو لهي لهي...

---

(١) انهيءَ جي (ح). (٢) عشق اصل ڪون آزاري (ل-س-ح). (٣) تنهنجا (ب). (٤) ظاهر باطن. (٥) آهہ (ب) ۽ (ح).

ننگ نمائيءَ جو توتي آهي، ترت سنڀاليو تهي تهي...
جي ٽيون وسهو "بيڪس" اندر، درد جو دريا وهي وهي...

## ٥٩. ڪافي روپ جوڳ

ٻاروچو ٻُڌي ٻاڏايان، ٿل ڪا مهر ڪري.

ماهون سال ڪيئي گوندر منجهه ٿي گذريا،
ساعت هڪڙي ساهه کون وڃهيڇاٽا (١) وسريا،
انهن ڪئي دل ڏاڍي، جو وڃي ويئا ٻري.

آءٌ شايد هيس ڏاري، اصلون محبت ماري،
ڳاموهن سان، جيڏيون گوندر دل تي ٻاري،
دلڙي درد ڀري، من تي ٻاهه ٻري.

سرتيون سور سٺيو سنهن تي همٿ هٿان،
ڏينهن ڏکن ۾، جيڏيون، گهاريندي ٽيم گهٽا،
سورن منجهه ٿي سڙان، من کو اوڏانهون وري.

آءٌ هيت هيڪلي آهيان، توهين هُت خوش، ڙي سرتيون (٢)،
مارونڙا ملير ۾ خوش ڪوتن ٿا ڏرتيون،
ٻيون ٻيڪن کي ڀرتيون، ڀڳل وتن ٽيون ٻري (٣).

تنهنجي فراق ڦٽيو، ٻوه "بيڪس" ٿيو ٻيوس،
رُندن تي ٻيو رڙندو ولي ڳاموهن جا ڳس،
لاهي طمع سال جي، ماريس (٤) ذوق ذري.

## ٦٠. ڪافي روپ آسا

ٻانهي ٿي ٻاڪاري، سوٽ مٺا ماندي هان.

سوز فراق سور اوهان جو، ماريو ٿو اڄا ماري...
ڏانهون سڀ تون درد فراق جون، ويهي، لِ يار وساري...
ناهي لائق لاٽن توکي، سُور جدائيءَ جو ساڙي...
"بيڪس" ٻيوس سنگ سڏايو، توکي سدائين سنڀاري...

---

(١) ويڙهيڇا نا (ح). (٢) تست تيد کپو لاحق سون کي، سرتيون (ح).
(٣) ٻغل وتن ٽيون ڀري (س-ح). (٤) ماريو (ح).

## ٦١. ڪافي روپ ڪانڙو

ٻانڊي ادا، ٻِرَ کي چئج، باصد ادب سجدو ڪري،
قاصد قريبن کي چئج، باصد نيازون سڌ ڪري:

هيءَ ڪنيزڪ آ ازل ڪون، در اوهان جي جيي غلام،
ڪر نوازش وصل جي، محبوب تو لئه ٿي مري.

راتيان ڏينهان هڪ تات ۾، وائي هميشه وات ۾،
راڻا گهڻا ٿي راڄ ۾، ڀر تو ريءَ اسان جي نا سري.

اي صبا، چئه توڻ سڄڻ کي، هڪڙو دم ديدار ڏي،
ڇئور چينڪ تنهنجي ڪيڙو، شل سوا تنهنجي نا سري.

'بيدل' بلاشڪ احد آ، "بيڪس" مٽي جو عهد آ (١)،
نا حياتي نا مماتي، درد فرقت ۾ ڪري.

## ٦٢. ڪافي روپ ڪانڙو

ٻَل ٻَل ٻون ٿا ٻُور ٿي، سڄڻ سندا هي سئور ٿي (٢).
جوشون جگر ويڙو جلي، ڪنهن کي سليان دل جي ڳلي،
سوريءَ سڄڻ چاڙهيو هلي، جيئن چڙهيو منصور ٿي.
ڪنهن ڳاله ڪون ويڙين ڇڏي، گولي نه نيٺي ٻنهنجي ڳڏي،
هيت هٿ آهيان تنهنجي ٽڏي، چينڪ ڪيو آ چئور ٿي.
دمدم سنپاريان ساهه سان، جاني جدا ڪيو ٻاڻ ڪان،
هتي هتي، نه ڳهرجي هيٺ اوهان، جو ڏني درد ويڙين دور ٿي.
طعنا تنڪا سيڪو سدا، ڏني عشق وارن کي، ادا،
ٻيهنا ملامت جڳ سندا، مي سڀ مون کي منظور ٿي.
"بيڪس" ميلايم يار سان، 'هوندي' (٣) ميلي منڌار سان،
دلڙي (٤) ٻنهنجي دلدار سان، جنهن لئه ٿيس مشهور ٿي.

---

(١) تنهنجو عبد آ (ح). (٢) ڪن نسخن ۾ هن ڪافيءَ جو ٿلهه هن طرح آيل آهي!
وه ادا عشق حضرت، معنوي مخمور ٿي.
(٣) 'بيڪس' جي هڪ محبوب جو نالو. (٤) دلبر (ل).

## ٦٣. ڪافي

پنهل وٺي ويا ڪري مون مان ڌاڙو،
ڏسو ڏيرن جي اها ڏاڍائي!

پانيم آيا ڏسڻ پاڇائي،
اصلون سن ۾ ڪا هين مدائي،
مان خوش ٿي ٻڌايو پنهنجو پاڙو،
ته پتار منهنجي جا آيا هِن پائي.

سنجهي ٻئي سنيريا، ڪيئون ٻئي صلاحون،
مان ڪَنڙي هُس خدمت ۾ ٻئي ٻڌي ٻانهون،
سورن ڌاڙو ٿم ساهه، کي ساڙو،
جو وطن وڃڻ جي مون سمجهي نه وائي.

پُنّ آريءَ جا هُيَڙا آڪابر،
ذات زوراور، جتّ هئا جابر،
لاغرض تن ڪيو ڪونه لاڙو،
جانب نيائون ڪري ڪا جدائي.

"بيکس" تو وَس ڪري ته وڌائي،
سڪ تنهن اندر ۾ اٿم سدائي،
راتيان ڏينهان ايهو ٿم راڙو،
"مَن طَلَبَ شيئاً" ملندم جائي.

## ٦٤. ڪافي روپ ٻروو

جي تون درسن ڏين هڪواري، سؤ پيري صدقي مين ويندي.
ڪهت ڪهت گهوٽ مون کي تو گهايو، تنهنجي جدائي جيءُ جڪايو،
جي تون دوست ڏئين دلداري، هيءُ مٺي ڪوڙي جو ٿيندي.
ساهه سورن سان سڄڻ سلهايو، مائٽن سا ميڻا جان جلايو،
ڪانءُ ڏاڍو هنيو ڪاري، جدائيءَ ۾ نه هيءَ (١) جيندي.
محبوبن جي ڪار ڪٺن آهه، عشاقن جي سمجهه سَٺن آهه،
واهه سڄڻ تنهنجي ساري، سور لائي ٿاهي سهندي.

(١) مان (ب).

دل ۾ درد ڏکايون ڏونهيون، سورن سان ٿيون ڏلڙيون سڙهيون(١)،
سدا طلب تنهنجي آهه تاري، تو کان ٻنا هيت نه رهندي.
"بيڪس" بيوس عرض ڪري ٿو، عرض پنهنجي جو غرض گهري ٿو،
سون سان يار رکي ٿو ياري، ٻلهل ٻڌي تنهنجي پولدي.

## ٦٥. ڪافي روپ ڪنيات

ڪيڏ ته پنهونءَ جي پيئي، شل وڃي ڪيچ مران.
ڏاڍن پنهنجو ڏاڍ ڏيکاريو، پڇي ويا پينگ(٢) پيئي...
تنگ ته لماڻيءَ جو بلڪل ڪٽندا(٣)، ڪوڙي هان توڙي ڪيئي(٤)...
دمَ دمَ(٥)دلڙي ڪئي(٦) ديواني، آيل ڳالهه انهيءَ...
ڪانگا، ڪهجانه راهه، رڙي ٿي، هوءَ جا چڙيو سڪهه ڳنهي...
"بيڪس" بيوس پنهنجي ساٿ کون، ڇا هون ويڙا چيئي...

## ٦٦. ڪافي روپ ڪوهياري

ڪيئي ڪيچين ڏي، روحاني رڙهندي، رند وٽي رڙهندي(٧).

ڏاڍا ڏونگر ڏيهه جا، چاڙهيون هي چڙهندي...
ڏيئي ٻاهه پنهور ڪي، هيءَ سورن ۾ سڙندي...
رهي هيڪاندي راهه ۾ (٨)، سورن ۾ مرندي...
"بيڪس" ٻاهه برهه جي، ڏسي لا ڏرندي...

## ٦٧. ڪافي روپ آسا

ماريس وڇوڙي، ور تون، جيءَ جا جيئارا جلدي.

شب روز انتظاري، ڪئي برهه بيقراري،
لڪ لڪ ڪريان ٿي زاري، دل جي دوا ڪا ملندي.
ساري فراق آهيان، ڪو دم جيئري ناهيان،
سگ توسان ڪهڙو ماهيان، ٻانهي توسان ٿي هلندي.

---

(١) دل ۾ درد ڏکايو ڏونهون، سورن ساڻ ٿي پس سونهون (ب). (٢) پيچ (ب.)
(٣) شل نه ڇڏيندا (ح). (٤) توڙي آهيان ڪوجهي ڪني (ع)؛ توٽي آهيان
ڪوڙي ڪني (ح). (٥) دمدم (٦) ٿي (ح). (٧) رڙلدي (غ). (٨) چوري
ڇڏي ويا چيد ۾ (پ-ب)؛ رمي هلندي راهه ۾ (ڪ-غ-س).

ڪُوڪان ڪريان، پڪاريان، پاڌايان ٿي، پاڪاريان،
توکي اکين ويهاريان، ڪنهن کي نه سُڌ سلندي.
"بيڪس" فقير دانهان، پَڌندو الله آهان،
پهچن ڏيندو جو(١) پانهان، پيا در چو پوء رُلندي.

## ٦٨. ڪافي روپ ڌناسري

مسڪين ٿو مارين، جاني (٢)*، ترس نه پئه تيرَ جيترو(٣)!
ساڻ ڏسڻ جي قيد ڪرين ٿو، ٻاريو ٿو ٻارين، جالي...
ڦاهي زلف جي خالَ جو داڻو، مرغ دلين ڦارين، جاني...
"بيڪس" بيوس ۾ باهه برهه جي، ٻاريون ٿو ٻارين، جاني...

## ٦٩. ڪافي روپ آسا

نانءِ مولا جي ماهي، آءُ وٺاڻ وري تون.
ڏس ويچاريءَ ڏي وري واجهائي، تنهنجي آهه سيڪَ ۾ سدائي...
يار اوهان کي هيڻن نه گهرجي، جاني ڪرڻ جدائي...
عشق اوهان جو روز رُناري، برهه ڪئي آهه پلائي...
"بيڪس" بيوس آهه نماڻو، تنهنجو سنگ سڌائي...

## ٧٠. ڪافي روپ آسا

هين هئن ٻنهي ڪون ويامي، ڦٽڪي عشق(٤) جي پيامي:
هر بار درد غم جا چمي، سر سٽي(٥) چايامي.
ڇُٽيءَ جي چوٽَ هڻ تون، هستيءَ جي اوٽَ(٦) پيچ تون،
مستيءَ جي ڪوٽَ ڪڻ تون، سوريءَ جي سر هلايامي.
شب روز ڪرندي زاري، در ياد دل ويچاري،
سڙ ڪٿي هي جان(٧) ساري، ڪنهن انگهه(٨) ۾ آڙيامي.
"بيڪس" نه ڪنهن ۾ آڙندا، سيڪندي سوريءَ تي چڙهندا،
دمدم هي سڪڙا دردا، هرگز نه ڪنهن جهليامي.

(١) جو ڏيندو (ب). (٢) مارين ڙي (س). * "پ" ۽ "ڪ" نسخن ۾ پويان 'جالي' رديف ڪواهي. (٣) ترس لهه ٿي تير جو ڪو (پ-ڪ-س). (٤) پرت (ع-س-ب). (٥) تي (پ-ا)؛ اتي (س). (٦) هوت (ع). (٧) جيند (پ-ا-ڪ-س). (٨) انگ (پ-ا-س).

## ٧١. ڪافي روپ آسا

'هيرا'* سدا تون هوندين، جيء جا جيارا جاني،
هڪ دم نہ، ڌار ٿئي تون، اي ماهہ بدر ثاني.

دن رَين خيال تيرا، جُنگ جُنگ جلايا جيرا،
چلندا نہ وس ڪو ميرا، در دم هميں تو داني.

لب لعل سرخ لالي، رهندين تون خود خيالي،
تيري جو لاآبالي، يوسف ڪيا هي ڪنعاني.

لائق نهين ٿَسانون، يہ بولنا پنهان نون،
ديوٽاهي سر آسانون، ڪنج دل ميري ڇپاني(١).

يڪ بار لڳ الاهي، اسي دي حسن شاهي(٢)،
عاشق ويچارا گاهي، "بيڪس" برهہ بياني.

## ٧٢. ڪافي روپ گجري

يا شاهہ(٣) "بيدل" ڪريو ڪا ڀلائي،
سنڌي عشق وحدت ڪريو ڪا عطائي(٤).

ڏيو درد، داتا، سندو عشق عرفان،
تون آن رونق افزاي تخت خدائي...

تون قادر قلندر بہ، هر جاءِ حاضر،
الله لڳ ڪا بخشو سڪ جي(٥) سوائي...

والله يا الله تون آهين هادي،
آهي هر دو جهان ۾ تنهنجي پادشاهي...

---

* بيڪس جي هڪڙي محبوب جو نالو. (١) پڇائي (ڪ-س). (٢) سدا هي حسن دي شاهي (س). (٣) پادشاهہ (ب). (٤) لقائي (ب). (٥) بخشو ڪا سڪ (ڪ).

خانو خوديءَ جو خراب سگهو ڪر(١)،
صفا صاف صوفي تون ڪر(٢) ٻا صفائي...

آتش ڪڍي عشق جي ۽ ته وجهه تون،
سدا وير وحدت جي(٣) شال وائي...

هي مشتاق "بيڪس" تو ٻيوس پڪاري،
تنهنجي در درد جي ڪري تو گدائي...

---

(١) وڃائڻ سگهو ٿي (ب). (٢) ڪا (ح). (٣) ۾ ٿي (ڪ-س).
اڳين طبقي جي شاعرن جو ڪلام موسيقيءَ تي موزون ڪيل آهي، تنهنڪري
ان ۾ عربي عروض وارين پابنديون ڪينهن؛ البت قافيي جو خيال رکيو ويندو هو.
سو ٻ، ڪافين توڙي ڏوهيڙن ۾، ان جو لڙالو نمولو هو.

## ( ۱ )

(۱) اي شهنشاهه، قلندر، بادشاهه، بينظير،
زبدهٔ درگاهِ ايزد، مقبلِ ربّ القدير،
بيوسيلن جا وسيلا، بيڪسن جا واهرُ ويرُ،
مير مَروندي، حسيني، پير عالم جا اسير:
شاهه، منهنجي واهه ڪر ڪا، واسطي الله جي،
ڪر نمائي تي نظر، نالي نبي الله جي!

(۲) شاهه، عاليجاهه، تون شهباز نُوري نامور،
اي يتيمن جا اجها، تون بادشاهِ بحر و بر،
خاندانِ مصطفيٰ جو تون گرامي آن گهر،
توتي آهي منهنجي سڀ لڄ، مون سان لائقُ لطفُ ڪر:
شاهه، منهنجي واهه ڪر ڪا......

(۳) شاهه، آءٌ مسڪين بيڪس، تون وليالله بحق،
پنهنجي هين دامن-لڳي کي دان ڏي، دولهه بحق،
تون صحي سرتاج ڪل پيرن جو شاهنشه بحق،
تون مساڪينن ۽ هيڻن جو صحي همرهه بحق:
شاهه، منهنجي واهه ڪر ڪا......

(۴) توکي منجهه، درگهه، الاهي دسترس آهي عظيم،
توکي ڪيو مختار هرڪنهن امر ۾ رازق رحيم،
شاهه، تون ناقص نوازين پير تون پالين يتيم،
هن پنهنجي دامن گرفته (۱) تي ڪرم ڪر، اي ڪريم:
شاهه، منهنجي واهه ڪر ڪا......

(۵) توکي منجهه، درگاههَ داورَ جي وڏائي دستگاهه،
واصلاً بِاللّٰه، وه وه، تون قلندر بادشاهه،
تون بديون بخشاءِ منهنجون، پيرَ، آهيان پُر گناهه،
عفو تقصيرات ڪر، عاصيءَ آتون ايزد بخواهه:
شاهه، منهنجي واهه ڪر ڪا......

(۶) توتي (۲) هردم آهه، هادي، مهر مُرسل جام جي،
هرطرف ڪَن هاڪ تنهنجي فيض ۽ انعام جي،

---

(۱) لڳي (الف). (۲) توکي (الف).

شاهہ، ڪر ڪا واھہ، والي، منھنجي ھن پينام جي،
دين جا دشمن دسائي(١) فتح ڪر اسلام جي:
شاهہ، منھنجي واھہ ڪر ڪا،......

(٧) لال تون شھباز ڦوري، واقف سرِّ خدا،
تون محمد جو حضوري، ھادي راهِ ھدا،
تون رسين سختيءَ ۾ سائين، منھنجي ھن پيروءَ مدا،
منھنجي ڪر تون آس پوري، آءٌ سنده در جو گدا:
شاهہ، منھنجي واھہ ڪر ڪا،......

(٨) شاهہ، آءٌ عين ۽ عصيانن سان(٢) آھيان سينہ چاڪ،
مون جھڙو عاصي ۽ مجرم ناھہ ڪو بر رُوي خاڪ،
تون، پلا! بخشاھ منھنجا ڏوھہ سپ، اي پير پاڪ،
مون جيھا ناقص نوازين غير، تو ناھي ڪو باڪ:
شاهہ، منھنجي واھہ ڪر ڪا،......

(٩) شاهہ، تون منھنجو وسيلو آھين دولھہ دمبدم،
حال منھنجي تي، حسيني، ناٿ رب جي ڪر ڪرم(٣)،
شاهہ، ڏي تون شادمانا، دفع ڪر درد و الم،
جن کي تو جھڙو وسيلو، تن کي غازي ڪھڙو غم:
شاهہ، منھنجي واھہ ڪر ڪا،......

(١٠) تنھنجي در ڪيئي سوالي ٿيا فائق، فيضياب،
بيمرادن جون مرادان تون پڄائين، بيحساب،
آءٌ سنده دامن گرفتہ، يا شهِ عاليجناب،
منھنجو رک دارَين ۾ پردو، بحقِ بوتراب:
شاهہ، منھنجي واھہ ڪر ڪا،......

(١١) منھنجي ڪر پوري صدا، صديق اڪبر واسطي،
ڪر ڪرم فاروق ۽ عثمان اطھر واسطي،
پيرَ، ڪر مون سان مدد، زهرا ۽ حيدر واسطي،
شرم رک دارَينَ ۾، شبير و شبر واسطي!
شاهہ، منھنجي واھہ ڪر ڪا،......

---

(١) دسائين (الف-ب). (٢) سختيءَ ضروري (ب). (٣) ۾ (غ). (٤) رحم (ب).

(١٢) شاهه، رک دارين ۾ با آهرو احسان سان،
کين کر محتاج کنهن جو، مُهت رکجو مان سان،
وقت نزع جان، هلايو دين ۽ ايمان سان،
پاک آئي کلمو پڙهان احمد آئي ايمان سان:
شاهه، منهنجي واهه کر کا،......

(١٣) مون سين هر مشکل ۾ واهر تُج اچي، عالي امير،
سڀ بچايو(١)، پير! منهنجا مقصدا مافي الضمير،
کر کشايش قبر جي، سائي ٿيسو قطب کبير،
هر دو عالم ۾ نہ، آهي تو بنا کو دستگير:
شاهه، منهنجي واهه کر کا،......

(١٤) شاهه، آئي مسکين، "محسن" ٿيو سوالي تنهنجي در،
آهيان دامنگير تنهنجو آهيان از عهد سفر،
"بيکس" و بي يار آهيان، مجرم و عاصي آهي،
واسطي الله جي، يا شاهه، منهنجي واهه کر،
شاهه، منهنجي واهه کر کا، واسطي الله جي،
کر لمائي تي نظر، لالي نبي الله جي!

( ٢ )

يا قلندر، شاهه سيوهڻ جا سدا،
کر نظر "بيکس" بندي تي لڳ خدا!

(١) بادشه، حضرت قلندر سرورا،
کر رَسي تون رهبري، اي رهبرا،
تنهنجي آهي امر ۾ هر دوسرا،
پير مولي در دل ما اندر آ...

(٢) حضرت پير طريقت شاهه تون،
فلک آحد" يٿ سند و آن ماهه تون،
محمد و حيدر سند و دلخواهه تون،
هر ولي الله عاليجاهه تون...

(١) بچائي (ب).

(٣) تنهنجو منصب شاهہ جيو مولا علي،
حيدرِ ڪرار تون مولا علي،
ڪر ڪرم يڪبار تون هٿ هلي،
دل دنيا جي حرص تو ڏنهن آ جهلي...

(٤) "جيفة" دنيا آهي، تنهن کون نجات،
بخش مون کي يا شهِ عالي صفات،
توکي دمدم ٿو سنڀاريان ڏينهن رات،
يا شهِ شاهان تون حق جي آنهن ذات...

(٥) صدقو ناني سيدالابرار جي،
صدقو ڏاڏي حيدرِ ڪرار جي،
صدقو حضرت بادشه دلدار جي،
صدقو شاهِ مجتبيٰ مختار جي...

(٦) ڪر پلائي برهہ جي، يا سيدا،
ڪر نوازش نينهن جي، يا سيدا،
ڪر عنايت عشق جي، يا سيدا،
ڪر مهر ڪا درد جي، يا سيدا!...

(٧) وجهہ توجهہ عشق احديت سندو،
ڪر ڪرم ڪثرت مٿي وحدت سندو،
وہ وَسايو مينهڙو محبت سندو،
ٿيان شڪاري شاهہ جي حضرت سندو...

(٨) قال، ڪيو ۽ حال، ڏي، يا سيدا،
عشق وحدت ڪر عطا تون لڳ خدا،
آهين تون هرجا وسيلو، خاوندا،
واهہ منهنجي ڪر سگهو تون، سيدا!...

(٩) نُور نرمل، ڪر نظر يڪبار تون،
نُور مولا جو آهين نروار تون،
احمد و حيدر سندو دلدار تون،
هر وليﷲ جو آن يار تون...

(١٠) حال منهنجي سان، حسينيءَ همقدم!
هُج تون هردم، بادشاها! دمبدم،
ساڻ هجن تنهنجي، حسينيءَ ناهہ غم،
هر دو عالم ساڻ نامي منهنجو ڪم...

(١١) ڪٿي خوديءَ مون سان خرابي، شاهه پاڪ،
هن جڳت ۾ ڪيو مون کي هستيءَ هلاڪ،
ڪيو دوئيءَ جي درد مون کي سينه چاڪ،
پاڪ تنهنجي نُور سان ڪر منهنجي خاڪ...

(١٢) تون حسين شاهه، آن شهباز لال،
طُور تي تنهنجو ڏٺو موسيٰ جمال،
ڪيو عيسيٰ کي آني فلڪ الڪمال،
رابع فلڪ تحت قدمين خوش خيال...

(١٣) تون آهين صانع تنهين جو حضرتا،
ترت رس تيڪ تار ۾، يا سرورا!
ڪل نبيّن، سڀ ولين مدعا،
تون آهين مختار، موليٰ، هاديا!...

(١٤) مير مروندي حسيني شاهباز،
تون غريبن جون آهين دلنواز،
هٿ ٻڌي عاجز ڪري تو هي نياز،
مغز پستي جان تون ڪر، نا ڪر پياز...

(١٥) تنهنجو منصب آهه ستّارالعيوب،
تنهنجو مشرب آهه غفارالذّنوب،
مون کي ڪر مجذوب يا مطلب قلوب،
تحت نظر رک مشرق ومغرب جنوب...

(١٦) دردمندن کي ڏنين درمان تون،
مون تي ڪر ڪو عشق جو احسان تون،
بخش ڀرو ۾ جو سلطان تون،
بهر جلد، آهين بيشڪ جان تون...

(١٧) ڪيو ظهورو ذات تنهنجي بالفضل،
منجهه صفت جي نُور عالي بي بدل،
منهنجو منظور نظر سان ڪر وصل،
دور ڪر دشمن، جو آ اصلون تڙ بل...

(١٨) ڪر نفي نروار هي جيئه جسم،
لک تون دل جي لوح تي ”اناالحق“ اسم،
”همه اوست“ جوڙي ڪوجلوو ڪر بسم،
ڊاهه هي جسمي جهاني تون طلسم...

(١٩) توتي آهي ننگ منهنجو منجهه حشر،
ڏاهن عقوبت ڏي نجاتي منجهه قبر،
ڪر مون کي ”ابدال“ جيان بي باوسر،
تان نه ساڙي باهه مون کي منجهه سقر...

(٢٠) يار منهنجي ساڻ منهنجو ڪر وصال،
عشق وحدت سان ٿيا مان خوش خيال،
در تنهنجي تي درد جي ڪيڏان ڌمال،
آن نڌر ”بيکس“ نمائو عشق حال...

يا الله، شاهه سيوهڻ جا سدا،
ڪر نظر ”بيڪس“ ٻانهي تي لڳ خدا!

---

# در بيان مدح بيدل فقير

منهنجو مرشد مڪمل آهه، سندس آهه، ڪامل، تنهن هن مظهر ۾ 'بيدل'.
هنيالين عشق وحدت جو لغارو، سندس آهه، عرش ڪرسيءَ تي اوتارو.
آهي خالق عرش وڪرسي جو بيشڪ، آهي رازق سڀني ماڻهن جو بيشڪ.
ساري عالم کي پهچائي ٿو روزي، توڙي خاصو هجي ڪر توڙي موذي.
وحدت عشق سان هو وير واصل، صفاتي سٺر سارو ذات حاصل.
صفت جي سٺر جو پيڙس ڪو رايو، اڃي ڪو اوڇتو پس اهڙو وايو.
آهي هادي بيشڪ حامي اسان جو، آهي هر وقت رهبر شه، اسان جو.
بلاشڪ پير ميران آهه، 'بيدل'، بلاشڪ مير ميران آهه، 'بيدل'.
زمين و آسمان تابع انهيءَ جا، مڪان و لامڪان تابع انهيءَ جا.
نہ هو عاشق، هيو معشوق بيشڪ، نہ هو مخلوق، هو خالق بيشڪ.
"بيدل" هو بادشاهه بحر بر جو، تنهين ۾ ناهه فرق هڪڙي ذري جو.
غلام محمد سندس خدمت ۾ آيو، وحدت عشق بيشڪ هو سايو.
امانت عشق جي بيشڪ ڏنائون، خنجر وحدت سندو بيشڪ هنيائون.
ولايت وارو قاضي پيرمحمد، حريف و ساقي و ميخانہ محمد.
هيو درويش بالڪل فيض وارو، هنيائين نيستن جو بيشڪ نغارو.
سچو صوفي صفا صادق هيو شير، بلاشڪ محب ڪل هو ڀلا وير.
اگرچ مست مجذوب هيو پاڻ، وحدت عشق جو منجهس هو وٿاڻ.
ڀلا هادي ڪريو ڪا ڀلائي، تون آهين شهباز جو پيارو سدائي.
الله لڳ پرت جو پيالو پيارو، وحدت جي واٽ "بيڪس" کي ڏيکاريو.
الائي شاهه 'بيدل' ڪر ڀلائي، ڏيو ڪا عشق وحدت جي سوائي.
تون ڪر توحيد جي روشن چراغي، درد محبت سان ڪر مون کي دماغي.
مون کي ڏيو عشق جو پيالو پري ڪو، وحدت جي واٽ جو رستو ڏيو ڪو.
اوهان باجهون نہ آهي ڪا ماڻ منهنجي، سواءِ تنهنجي نٿي سري ڌار منهنجي.
ڪريو ڪا نظر جو ويران آهيان، وَسايو دل، جو مان ويران آهيان.
منهنجي ويران دل بلڪل وَسايو، وحدت عشق جي ڪا ڄام پاريو.
سَنعابي "مير" هاديءَ جي ڏياريو، پيالو عشق جو ڪو نئر پياريو.

منهنجي مٺي دل اوهان بلڪل جيار يو، جڳت-جنجال وحدت سان وساريو.
ڪريو واصل وحدت سان سدائي، مدامي درد محبت جي ٿـي وائي.
خدا لڳ عرض هي منهنجو اگهايو، سارو ڪو خيال وحدت جو سڻايو.
غلام محمد پنهنجي محبوب ڏي ڏس، سچي تون دوست دلبر پنهنجي ڏي ڏس.
فقير پيرمحمد جي تون صدقي، هادي هر وقت ٿيءُ تنهنجي تون صدقي.
ناهي پيرمغان توکون سواءِ ٻيو، سواءِ تنهنجي ناهي ڪو مون کي رستو.
لڪر تشريح "بيكس" بار بلڪل، مڙئي چاٿي ٿو تنهنجو حال 'بيدل'.
نه ٿيءُ نا اميد بيشڪ شاهه ٿيندو، تنهنجو رهبر هميشه هادي ٿيندو.
تون هرگز آسرو "بيكس" نه لاهج، مدامي ڏور محبت جي تون ساهج.
نه ٿي ماندو جو بلڪل شاهه ٿيندو، تنهنجو رهبر براهِ عشق ٿيندو.

( ٢ )

آهيان درويش مان دلريش بلڪل، ڪندو هادي هدايت سان خوشدل.
هدايت عشق وحدت فيض واري، محبت درد وحدت فيض واري.
هادي مرشد مڪمل آهه 'بيدل'، ٿيندو رهبر، ڪندو خوشنود خوشدل.
آهيان بدحال آءٌ بدچال بيشڪ، ڪندو مقبول ڪل محبوب بيشڪ.
هيس ڪودڪ طفوليت ۾ لاشڪ، پلائي پانهنجي ڪيائون بلاشڪ.
وحدت جي واٽ جي بيشڪ پلائي، ڪيائون رحم محبت جو سدائي.
مجازي واٽ ۾ ٿيو يار هڪڙو، اڳانهون انهيءَ جي آءٌ هوس ٽڪڙو.
گهڻا پيرا مجازي راهه ۾ آءٌ، ڪيم بازيون مجازي واٽ ۾ آءٌ.
ڪيم محبوب جو ظاهر آنهيءَ کي، سڏيم ٿي ياءِ هر رنگ ۾ انهيءَ کي.
انهيءَ جو قد هو شمشاد جهڙو، غلط مان چيو، ناهي شمشاد اهڙو.
سٺي سرو اڳيون ان جي شرمندو، ملائڪ ڇا اڳيون ان جي هلندو.
سورج ۽ چنڊ هو بيشڪ پريشان، ڏسي خاطر انهيءَ جي هو ته حيران.
هئيو انوار مولا جو بيشڪ، هئيو اسرار اعليٰ شاهه بيشڪ.
حسن آواز پرنڪي ته آهن، بلاشڪ نُور مولا جو ته آهن.
نه هو يوسف سندو ثاني بلاشڪ، نڪي حوران پريون سڀڪ ملائڪ.
ڏٺو هوندو جنهن، تنهن کون تاقيامت، فراموشي نه ٿيندو تا قيامت

تنهن جي عشق جي ڪنهن کي آهه طاقت، مثال ِ روز محشر آهه نهايت.
مدامي يار شل هوندو بلاشڪ، خزان جي واءُ کون هوندو سلامت.
ڇڏائون ڇڏ ڻ هن جنجال جسمي، ٿيندو گم جسم طلسم منجهه اسمي.

## بيان در ثنا جناب حضرت شاهه
## عنايت الله صوفي شهيد

چوان ٿو حمد حضرت شاهه سلطان، شهيد ِ حق، حقيقت آهه سبحان.
عنايت الله مالڪ آهه هادي، شهه شاهان وحدت ملڪ وادي.
مالڪ آهه ملڪ جو هر جاهه بلاشڪ، آهي سلطان زمين افلاڪ بيشڪ.
هيو سبحان سرور شاهه خالق، هيو رحمان سڀ خلقت جو رازق.
شمس و قمر هيو انوار ان جو، يوسف يعقوب هو اسرار ان جو.
عرش و ڪرسيءَ جو هردم هادي آهي، مڪان و لامڪان جو شاهه آهي.
هيو خالق، نه هو هرگز نه مخلوق، ڪڏهن عاشق ٿيو ٿي يار معشوق.
هيو هر جاهه تي موجود صوفي، پهر ڪنهن ملڪ تي معبود صوفي.
بالاءِ زير آهي شاهه موجود، مٿي افلاڪ تي آهه شاهه معبود.
چيائين ازل ۾ "الست بربڪم"، "بليٰ" موٽي چيو تنهن شاهه "ربڪم".
ڪيائين باهه مون بستان بيشڪ، ڪيائين آب کي آتش بلاشڪ.
عجب اسرار بلڪل شاهه جو آهه، نه ڪر تقرير "بيڪس" مست شهه آهه.
منهنجي مٺي دل بلڪل جياريو، وحدت عشق کي "بيڪس" سهاريو.
ڪريو ڪا نظر عظمت فيض واري، وحدت عشق جي ڏيو سمجهه ساري.
ڏيو ڪا موج مستيءَ جي سدائين، يڪانو خيال ٿي وحدت سدائين.
دوئيءَ سندي وجهو ديوار ڪيري، ويهاريو دل کي منجهه وحدت جي ويڙهي.
مريدن تي ڪا ڪريو مهرباني، غريبن کي ڪريو ڪا واصل جاني.
لڻا جنت گهرون ڪا ٽرين واري، جنهن ۾ حور رضوان بيشماري.
گهرون ٿا بهشت محبوب ِ حقيقت، سندن وصلت گهرون ٿا، شهه طريقت.
ڪريو ڪا مهرباني تا رسي هيءَ، انهيءَ درگاه ِ وحدت کي پهي هيءَ.

"بيدل" واري ڀلائي شه ڪريو ڪا، وحدت عشق جي ڀالي ڏيو ڪا.
ڪريو مقتول خنجر عشق جي سان، ڪريو مقبول ٻانهيءَ کي عشق سان.
پيالو عشق جو ڀر ڪر پياريو، جسم جنجال وحدت سان وساريو.
ڪريان تقرير ڪهڙي حال جي مان، اٿو سيني خبر، لٿو چوان مان.

## قطعو

رحم ڪر شاهه سلطان دل چريءَ تي، ڪريو ڪا مهرباني دل چريءَ تي.
آهيان "بيڪس" لئق بيشڪ نمائو، اصل ڪون در اوهان جي تي وڪائو.

---

# سر سارنگ

( ١ )

آئي مند ميلاپ جي، برهه، کيو باران،
ملڪن کي مستي ٿي، حوران ٿيون حيران،
برهه کيو بيمران، "بيڪس" کي بازر ۾.

( ٢ )

آئي مند ميلاپ جي، برهه ڪئي برسات،
گل ڦل باغ بهاريا، پرهه ڦٽي پريات،
برهه واري ڪربات، "بيڪس" جا "بيدل" ڪئي.

( ٣ )

موسم ٿي ميلاپ جي، برهه ڪئي برسات،
ملڪ ٿيا مستان ٿيا، حورن ڪئي هيهات،
برهه عجائب بات، "بيڪس" ڪر بازار ۾.

( ٤ )

سارنگ ساز سنياهيا، ابر باراني،
ملڪن کي مستي ٿي، حورن حيراني،
"بيڪس" بيراني، مينهن مان موج ٿي.

( ٥ )

سارنگ سرس سنيائيو، ڪارا ڪري ڪيس،
شيوَ وستي ۾ گوڙ ڪريندا، دوست هوئي شل ديس،
جي پرين ويا پرديس، سي مينهن موٽي ميڙيا.

( ٦ )

هئل ييا ورچ ڪُل مُلڪ دي، بادل ٿو برسي،
گل ڦل باغَ بهاريا، تيرُ نشو ترسي،
سبزي ٿي سرسي، "بيڪس" کي برهه جي.

# سومل راڻو

( ١ )

راڻي مندي من ۾، نشو ڏينهن گڏي،
سحلا ماڙيون بنگلا، اوڏانهن تو آڏي،
پينر پاڪ وڏي، راڻو اچي راڄ ۾.

( ٢ )

مومل مرني مينڌرا! جنهن سان جيءُ جڙي،
پاڻ هٿي ني پٽ تي، منجهون روح رڙي،
تنهن جي لوه لڙي، آهون سٽي اڄ تون.

( ٣ )

كوڙ قناتون كاك ۾، راڻا ويهي رهي،
ماڙهو جي محلات جا، سوڍا كر سهي،
وينده ڳاله، وهي، وركر پونده، ولها!

( ٤ )

راڻا رسڻ ڇڏ، اڄ ته پرچون پاڻ ۾،
كريلاڻي، "بيكس" چوي، گوليءَ کي تون گڏ،
هيٺي هڏ م ڇڏ، ته تمنّي سنڌين، مينڌرا!

## سسئي

( ١ )

ڏونگر مون سان رو، كڏي پار پنهون جا،
مچ هٿم هكڙو، ويو قوڙانجي سو،
كنهن کي ڏيان ڏوهه، مون ارادي ائين كيو.

( ٢ )

ڏونگر ڏهائي، پاڻ متائون كهوريان،
تو ۾ رهائي، سدا پاروچن جي.

## سورٺ

( ١ )

سورن جو ساز كٺي، بيجل پڌايو،
ڦٽر تنهين ۾ سوز جو، ڳوڙهه پاسي ڳايو.
"بيكس" پاهه پره جي، تنهن كي تنهايو،
سيكهو كر سعيو، سر ڏين جو، سهٺا.

( ٢ )

سورٺ كٺي بيجل كي، مڱڻا وچ موني،
پڌي تو ڀڳه جي، جنبن ۾ ڇوتي،
تنهنجي من ۾ كولي، جو مڙين لٿو، منگتا!

## مارئي

( ١ )

رات وري آئيسا، ماروئڙا ملير ۾،
لڌم خواب خوشيءَ جو، ته چڻ سولا ملايا،
وري وسايا، پلي پاڻ پيڻ جا.

( ٢ )

عمر اباڻي پار ڏي، مارو آڏن مڏ،
آئي آسر وبل کي، ڪن ساهيڙيون سڏ،
هيت سٽيءَ جا هڏ، هٿ روح اباڻي راڄ ڏي.

( ٣ )

عمر اباڻن جا، پلپل پون پور،
نيڙا نينهن اندر جا، ڪهايو وچن ڪهور،
"بيڪس" هتڙي بند ۾، جهليو ڪنهن ضرور،
سنگهارن جي سور، اندر منهنجو آڏ ڪيو.

## متفرقا ڏوهيڙا

هندو مومن نام ڪو، آهي پاڻ(١) الله،
فنا سندي فڪر ۾، ڪاهيو دل کي ڪاه،
چڏ "بيڪس" پهانا، راهي(٢) وٺ راه،
تنهنجو ساهه پساهه، ڪاٿيندو(٣) ته سر ۾.

* * *

سناسين مون سور، "بيڪس" پرايو برهه جو،
جوش وڏائون جان ۾، هاڻي وچي تو وهلور،
ڪو جو پرايم پور، سناسين جي سنگ مون.

* * *

اٺي جوڳي جاڳ، سهڻ مون سور ٿيو،
تون سيا ڳا سهي پوين، تنب جو تانءُ ليا ڳ،
"بيڪس" ڙي يا ڳ، آيو بوئي اجا نٿو اٿي.

---

(١) عين (ع). (٢) روهي (ح). (٣) سمائيندو (ح).

عاشق سڏائين، رکين سانگو سر جو،
عجيبائي آگ ۾، پاڻ نه وجهائين،
ريجهه ٻنا رائين، ڪيئن ٻرين ڪندين پانهنجو.

* * *

"بيڪس" کي 'بيدل' ڪئي توڙون هيءَ تلقين،
اچي 'اناالحق' جي، ٻرهه وڄائي ٻين،
درد هڪو درڪار رک، ڇوڙ ڪفر ۽ دين،
عشق واري آمين، حسن سان حيرت ڪئي.

* * *

"بيڪس" کي بازر ۾، ٻرهه ڪيو ٻيران،
سِڪي سيڏائي گهڻو، هوتن لئه حيران،
محبت جو مهراڻ، ڇوهون ٿو ڇوليون ڪري.

* * *

هيئن نه لائق هوءِ، مارڻ مسڪينن کي،
ڇوري ڇڏي ڇپرين، متان ڦٽائين ٻوءِ،
ائين نه ڪهڙو هوءِ، جو "بيڪس" کي ٻيران ڪيو.

* * *

ڳجهي هنيائون پاڻ، "بيڪس" کي ٻرهه جو،
ڏينهان ڏيکارن ڏيه، کي، سدا سينگاري ٻاڻ،
راتيون روئن روح ۾، رويو ڪن رهاڻ،
اهڙا جن اهڃاڻ، سي لاهوتي ڪنهن نه لکيا.

* * *

قاضي ملان ڇا ڪندا، آهي عشق اسان جو امام،
"بيڪس" جي ٻرهه جو، آهي مُلن ۾ ماتام،
لونءِ لونءِ منجهه لغام، "بيڪس" کي ٻرهه جو.

* * *

ٻير ته منهنجو پادشاهه، خاص جنهن جي خلوت،
رنگ بدلي ٻيرنگ ڪري، اصل جي عادت،
جڏهن شاهه ڪري شفقت، تڏهن محسن مُون "محسن" ٿيو.

قسمت آڌو ڪوٽ ۾، اڳ نه ڏٺو سون مين،
"بيڪس" لاهه ٻره جو، تو جنجل وڌو جيءَ،
راجا راضي ٿيءَ، ته "بيڪس" ڇٽي بند مؤن.

* * *

قيدالعاهه قوي، ته نه ڪير ويهي هن ڪوٽ ۾،
لکي آڻ لوح جي، هنڌ ڏيکاريو هيءَ،
راجا راضي ٿيءَ، ته "بيڪس" ڇٽي بند مان.

## ١. ڪافي روپ آسا

آسين ڪڏاهين، دلبر، ميري ڪول تون(١)، پيارا،
ڏن رين خيال تيرا، ميري جيءَ ڪا جيئارا.

ڪڏاهين نهين تون آوندا، جگ(٢) مقول نهين پاوندا،
ڏوجهان ڪون ات سماوندا، جٺ لينهن مارے(٣) نعرا.

دلڙي ڪريندي داهون، شب روز عشق دي آهون،
نين نگه ايڏاهون، ڪيتا عشق اشارا.

"بيڪس" غلام چاڪر، نينان دا خاص نوڪر،
ميڙا ڪڏاهين آڪر، نيڻين(٤) ويکو(٥) نظارا.

## ٢. ڪافي روپ آسا

آيا "بيڪس"، هو يا بلبل، ويکو گلشن حسن سارا،
تماشا عجب گل ڦل ڪا، سرخ سوسن هي زنگارا.

اڙي ملان نہ ڪر بڪ بڪ، نہ اتنا مار تم چڪ چڪ،
وهم ڪا ورق ڌو يڪ يڪ، پڙهي هڪ لينهن دا نعرا.

نہ ڪر قاضي اڪٺوڙي مسئلي، لوڪان دا ڪيون تڪي وسلي،
رندي هڪ رمز تو رسلي، ڪيون ڪريندا ڪاغذان ڪارا.

طبيبان! چوڙ، آپ جانو، انئي هي عشق جو قاهو،
دوايان ڏي نہ ڪر ڪايو، محبت ڪا مرض بيچارا.

طب ميزان ڪون نہ ڏس، مئن هون بيخود آتي بيوس،
ڪيتا مشنون برہ "بيڪس"، دوا هي درد ديدارا.

## ٣. ڪافي روپ آسا

تيري تصوير مجڪو ياد تا محشر سجن هوگا،
ڪهان بمحشر رهيا اي دل، سدا سي سر بدن هوگا.

"المومن حي" في الدارين وچ اينوين ڪٿيا سرور،
سوئي مومن جو عشقي تون وحدت دي وچ چمن هوگا.

(١) وهم (ڪ-ب). (٢) هڪ (ڪ). (٣) مار يا (ڪ). (۴) اينن (ا-ڪ). (٥) ور ڪا (ب).

